ليکڪ: طارق علي

ترجمو: شفقت قادري

تعداد: ٥٠٠

ڇاپو: پهريون

تاريخ: پهرين سيپٽمبر ٢٠٠٨ع

مُلهه: ١٥٠ روپيا

# دي اپرج اينڊ دي فاڪس:
# اي پاڪستاني ٽريجڊي

---

# چيتو ۽ لومڙي

## مترجم پاران

يوناني ڏند ڪٿا جو هڪ ڪردار اڪارس (ICARUS) پنهنجي "پيءُ" کان ناراض ٿي، پري نڪري وڃڻ لاءِ، "سج" ڏانهن اڏاڻو. اڪارس جا پر ميڻ جا هئا. "سج" جي تپش سندس پرن کي پگهرائي وڌو. اڪارس "سمنڊ" ۾ ڪري پاتال ۾ گم ٿي ويو ڏند ڪٿا، تاريخ جو حصو ٿي ويو.

پاڪستان جي سياست جو اِڪارس، ذوالفقار ڀُٽو پڻ "پيءُ" - ڀُٽو ايوب خان کي ڊيڊي ڪوٺيندو هو- پنهنجي طبقي ۽ پنهنجي جاگيرداري سماج جي مخصوص نوع جي سياست ۽ حڪومت بازيءَ کان ناراض ٿي "سج" ڏانهن اڏاڻو تاريخ جي بي رحم سج سندس پر ساڙي ڇڏيا، ڀُٽو عوام جي سمنڊ ۾ گم ٿي ويو ڀُٽو هن ديس جي ڏند ڪٿا ٿي ويو.

هن ملڪ ۾ ڪڏهن به آزاد ۽ شفاف اليڪشن نه ٿيا آهن. نه 1970ع ۾ نه 1977ع ۾ نه 2008 ۾. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سڄي ساري پاءُ صدي تائين بنا جمهوري آئين جي هلندو سهڪندو رهيو. ايوب خان جي عسڪري آئين هڪ پيرو پيهر يحييٰ خان جي ترڙي مارشلاءَ کي جنم ڏنو. 1970ع ۾ اليڪشن ٿيا. ڇو ٿيا؟ يحيٰ خان خفيه ادارن وسيلي سڄي ملڪ ۾ سروي ڪرايو ته ڪابه سياسي ڌُر واضع اڪثريت حاصل نه ڪري سگهندي ڀُٽو هارنهن، ٽيرنهن کن سيٽون مس کٽي سگهندو مجيب بنگال ۾ پنجاهه، پنجونجاهه سيڪڙو سيٽون کٽي ايندو. پارليامينٽ ڪمزور هوندي ۽ سياستدان مانڙي ڪري اوهان کي صدر چونڊڻ لاءِ مجبور ٿي ويندا. مجيب "ڇهن نقطن" تي عمل نه ڪري سگهندو ڀُٽو "روٽي، ڪپڙا اور مڪان"، جي نعري تي عوام جي حاصل ڪيل ويساهه کي پاڻي ڏئي نه سگهندو. فوج ۽ خفيه ادارا حڪومت لاءِ مٿي جو سور بڻيل رهندا. چونڊيل حڪومت کي مهينن اندر خوار خراب ڪري، مٿي چٽرائي، گهر پيڙو ڪبو باقي پوءِ اسان "جا وارا ۽ اسان جا نيارا..."

ائين ٿيو نه... عوام ائين ٿيڻ نه ڏنو. حڪومت کي جتي وارو لڳو اتي ڏانڊلي ڪئي وئي- 2008ع ۾ به ائين ئي ٿيو آهي- باقي بين هنڌن تي عوام مزاحمت ڪري اليڪشن هاءِ جيڪ ٿيڻ نه ڏنو. اِها ڪهاڻي آهي "اسلامي جمهوريه پاڪستان" جي قائم ٿيڻ کان ٺيويهه سال پوءِ ٿيندڙ پهرين اليڪشن جي.

فوج ڇا ڪيو؟ نتيجا قبول ڪيا؟ سبق سکيو؟ ها! بلڪل! فوج سبق ته سکيو پر ابتو! ماڻهن کي اهڙي "نافرماني" ۽ "اليڪشني بغاوت" جي سزا ته ڏيڻي هئي. بنگال ۾

ڪوس شروع ٿي ويو. 16 ڊسمبر 1971ع تي "جناح جو پاڪستان" جيڪو شروع کان ئي فوج جو پاڪستان هو سو بنگالين جي رت ۾ ٻڏي غرق ٿي ويو.
اسان کي ٻڌايو ويندو آهي تہ ويچارو يحيٰ خان پريشان ٿي ويو ۽ اقتدار ڀُٽي جي حوالي ڪيائين. ائين نہ ٿيو! لڪين ماڻهن جي قتلام ڪرڻ، ملڪ کي ٻہ ٽڪر ڪرڻ، فوجي وردي ۽ کي ڪرپ جي علامت بڻائڻ کانپوءِ بہ يحيٰ خان اعلان ڪيو تہ مان ملڪ کي هڪ نئون آئين ڏيان ٿو سياڻي ٿي. ويءَ تي عوام آڏو پنهنجو پروگرام واضع ڪندس ۽ اِن آئين مطابق "تاحيات" ملڪ جو صدر بڻجي ويندس. اِها هئي جرنيل جو ان جي سوچ! توهان سمجهو ٿا تہ ان فوج بنگال جي سانحي مان ڪجهہ پرايو هو؟ يحيٰ جي فتوي کان پوءِ پنجاب جي جونيئر فوجي آفيسرن بغاوت شروع ڪئي. جڏهن يحيٰ خان آفيسرن کي قائل ڪرڻ واسطي جنرل حميد کي GHQ ڏانهن اماڻيو تہ آفيسرن جرنيل صاحب کي ذري گهٽ موچڙا ٿي هنيا. جرنيل صاحب سهڪندو پنهنجي آقا وٽ پهتو تہ "ٻيلي! هاڻ تہ رڏٽي ۾ رولو اچي پيو اٿئي!". وري طيءَ ٿيو تہ ڪجهہ مهينن لاءِ ڀُٽي کي اقتدار ڏجي، ڀُٽي کي قائل ڪجي تہ يحيٰ خان کي "ٽُنبو منبو" صدر ڪري هلائي ۽ جنرل گل حسن وري فوج کي سگهارو ڪري، ڀُٽي کي خوراڪ ڪري ملڪ تي مارشلاءِ هٽي. فوجي آفيسرن جي مزاحمت سبب ائين بہ نہ ٿيو ۽ اقتدار ڀُٽي جي حوالي ڪيو ويو.
سڄي ماملي ۾ عوام ڪٿي بہ ڪونهي. اقتدار جي تبديلي اليڪشن ۽ عوامي تحريڪ جي ڪري نہ بنگال جي ڪوس جي ڪري نہ، بلڪہ فوج جي اندروني بغاوت جي خوف کان ممڪن ٿيندي محسوس ٿئي ٿي. اسان جي پاور پاليٽڪس جو اهو ئي الميو رهيو آهي. فوج جنهن کي اقتدار جي مسند تي ويهاري سگهي ٿي تہ پوءِ اِها ساڳئي فوج ڪيس ان مسند تان هٽائي بہ سگهي ٿي. وري جڏهن آمريڪا بهادر فوج جو داڻو پاڻي بند ڪرڻ جي ڌمڪي ڏي تہ پوءِ فوج جي اندروني بغاوت پڻ ملڪ يا جمهوريت کي بچائڻ جي عيوض فوج کي هڪ اداري جي حيثيت ۾ متحد رکڻ لاءِ پنهنجا هٿ ڍرا ڪري ٿي. آئين، ملڪ، جمهوريت، ڪروڙين عوام جي ووٽن تحت جڙيل حڪومت کي قربان ڪري، فوج کي بچائڻ لاءِ ملڪ قربان ڪندا آهن ۽ ٿي. وي تي چوندا آهن تہ ملڪ بچايوسين- ڇاڪاڻ جو پاڪستان معنيٰ پاڪستان آرمي، ان لاءِ فوج متحد رهي تہ ملڪ بہ متحد رهندو-
عوامي زبان ۾ ان کي ڏاڍ چئبو آهي. عوامي زبان ۾ ان کي هڪ حڪمران اداري جا گڏيل سياسي، معاشي ۽ سامراجي مفاد بچائڻ جي وٽ ونان ڪوٺجي ٿو. ڏائڻ پلي ميڪ اپ ڪري اچي پر ڏائڻ جو مُنهن اسان لاءِ مبارڪ نہ ٿي سگهيو آهي.

ڀُٽي ان امر کي سمجهيو ٿي. ٽين دنيا ۾ سامراجيت جي ويڙهه. جمهوريت ۽ فوج جي ويڙهه. آربانيز پيٽرس لممبا، عدنان مينڊريس ۽ ڊاڪٽر آلندي ڇا لاءِ قتل ڪيا ويا هئا؟ -ڀُٽي کي خبر هئي سندس ڪتاب "مِٿ آف انڊيپينڊنس" ۾ لکيو پيو آهي- ڀُٽو ڄاڻي ٿو سُڌ اٿس. نيپولين ٽائيپ جنرلن جي خطري جو به احساس اٿس پر ڪري ڪجهه به نه ٿو سگهي. ڇاڪاڻ جو ڀُٽو جن پرن جي آسري اُڏڻ هليو سي ميڻ جا هئا. طبقاتي سماج ۾ سو به ٽين دنيا جي سامراجي چونڪيءَ جهڙي حيثيت رکندڙ ملڪ اندر بورجوا جمهوريت قائم ڪرڻ "اڪارس جي اڏام" جيان ئي آهي. "اڪارس" اسان کي وٽي ٿو سندس عزم کي سلام آهي، سندس قرباني امر آهي پر هاڻي اسان صرف "اڪارس" تي ڀاڙي به نه ٿا سگهون.

ڇا لاءِ جو "اڪارس" جا پرَ ڪُترڻ لاءِ فوج سان گڏوگڏ وِسڪي (مولانا ڪوثر نيازي)، خالد ۽ اڪبر (حفيظ پيرزادو ۽ ممتاز ڀُٽو) پڻ "اڪارس" جا حامي بڻيا ويٺا آهن. پيپلز پارٽي ڪا بالشيوڪ پارٽي ڪونهي، اِها مٿئين طبقي جي پارٽي آهي ۽ پارٽي جي اها بيهڪ ئي دراصل ان جي ناڪاميءَ جو سبب پڻ آهي. ڪرنل رفيع ٻڌائي ٿو ته ڀُٽي کيس چيو هو ته "پارٽيءَ کي جيئري ڀُٽي نه پر مُئل ڀُٽي جي ضرورت هئي". حڪومت جي پچاڙڪن مهينن ۾ ڀُٽي جي تمام ويجهو رهندڙ آفيسر رائو رشيد لکي ٿو-

"... هاڻي مان سوچيان ٿو ته ڀُٽو صاحب جيڪڏهن ڪن جو محسن هو ته اُهي دولتمند هئا... منهنجو پنهنجو خيال آهي ته هُن وڏن وڏن زميندارن تي احسان ڪيو آهي پر هي طبقو ايترو ته محسن ڪُش آهي جو انهن ڀُٽي جي جان وٺي ڇڏي. ڀُٽو صاحب ذهين سياستدان هو. هُن محسوس ڪري ورتو هو ته سماجي انصاف جي ڏاڍي ضرورت آهي، جذبو موجود هو. ڀُٽي صاحب جو ڪامل هي آهي ته هُن اِن جذبي کي سڃاتو ۽ ان جذبي کي هڪ سياسي شڪل ڏني، ان کي استعمال ڪيو ۽ ان نعري جي ڪري اقتدار ۾ آيو.. غريب ماڻهو جيڪڏهن ٽيڪسي ڊرائيور هو ته هو سمجهندو هو ته اِها ٽيڪسي مالڪ جي نه پر سندس ملڪيت آهي... نوڪر جنهن گهر ۾ رهندو هو سو ان گهر کي پنهنجو گهر سمجهڻ لڳو. ايتريقدر جو ماڻهن شين تي نشان هڻي ڇڏيا هئا ته حڪومت بدلبي (ڀُٽو اقتدار ۾ ايندو) ته اسان فلاڻي فلاڻي شيءَ تي قبضو ڪري وٺنداسين. جيڪڏهن ڀُٽو صاحب چاهي ها ته ان وقت ملڪ ۾ سوشلزم يا ڪميونزم يا سماجي معاشي انقلاب سندس آڱر جي اشاري سان اچي ٿي سگهيو... جيڪڏهن ڪنهن شخص سماجي انقلاب جو رستو روڪيو يا ان انقلاب جي هڪ هلڪي ڏارا ناهي ته اُها ڀُٽي صاحب جي ذات هئي... سڀ کان پهريان جنهن ماڻهوءَ کي گرفتار ڪيائين ۽ سزا ڏنائين سو سندس پنهنجي پارٽيءَ جو مختار رانا هو. ڪراچيءَ ۾ مزدورن تي

فائرنگ ٿي، منهنجو خيال آهي تہ جيترا مزدور ان فائرنگ ۾ هٺا ان کان پهريان ڪراچيءَ ۾ ايترو رڪارڊ نہ هو. هي سختي صرف ان لاءِ ٿي ڪيائين تہ اِهو انقلاب هڪ وڏي ٻوڏ (سيلاب) جي صورت نہ اختيار ڪري وٺي... جيڪي زرعي سڌارا ٿيا تن ۾ بنيادي طور تي ڪابہ تبديلي نہ ٿي ۽ وڏا وڏا زميندار، وڏا وڏا زميندار ئي رهيا.. گهٽين صنعتن، بينڪن ۽ انشورنس ڪمپنين کي قومي تحويل ۾ ورتو ويو پر جيڪو انقلاب اچي ٿي سگهيو جنهن جو امڪان هو جنهن لاءِ ميدان بلڪل هو اُهو انقلاب نہ آيو.

سرمائيدار... مفادپرست عنصر ملڪ ۾ رهيو. مان سمجهان ٿو تہ انهن سرمائيدارن ۽ وڏن وڏن زميندارن کي ڀُٽي صاحب جو شڪر گذار هئڻ کپي تہ هُن اِن ٻوڏ (سيلاب) جو رستو روڪيو پر اِهو بہ آهي تہ ڀُٽي صاحب گڏوگڏ غريبن کي زبان بہ ڏني ۽ کين خوداري سيکاري."

(جومين ني ديکها 94_95)

پنهنجي اهڙي سياسي بيهڪ - جنهن سبب ڪيس سوليءَ تي لٽڪايو ويو- جو اعتراف ڀُٽو هنن لفظن ۾ ڪري ٿو "مان اِن آزمائش ۾ اِن لاءِ پيو آهيان جو مان ملڪ جي تباهہ حال ڍانچي کي نئين سر اڏڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ متضاد مفادن جي وچ ۾ آبرو منداڻي، منصفاڻي هم آهنگي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. لڳي ائين ٿو اِن فوجي بغاوت جو سبق اِهو آهي تہ وچون رستو قابل قبول حل يا مفاهمت رڳو يوٽوپيائي خواب آهي. فوجي بغاوت ظاهر ڪري ٿي تہ طبقاتي ويڙهہ مفاهمت جوڳي آهي ئي نہ ۽ ان جو نتيجو هڪ يا ٻي طبقي جي سوڀ جي شڪل ۾ ئي نڪرندو".

ذوالفقار ڀُٽو

(جيڪڏهن مان قتل ڪيو وڃان)

راولپنڊي جيل مان ڀُٽو صاحب آمر ضياء کي لکي ٿو:

"گلن وانگر ٽرندڙ سماج کي سُنڊ ڪري ڇڏڻ سياست نہ آهي، سياست زندگيءَ جو روح آهي. سياست، عوام سان منهنجي ازلي رومان جو نالو آهي. رڳو عوام ئي اِهو تعلق ٽوڙي سگهي ٿو. منهنجي لاءِ عوام ۽ سياست هڪ شيءِ جا ٻہ نالا آهن... عوام جا ڳوڙها منهنجا ڳوڙها آهن. سندن خوبصورت چهرن جي مُرڪ، منهنجي مرڪ آهي... منهنجو مقدر عوام جي هٿن ۾ آهي... جنرل! تون ۽ مان هڪ نہ هڪ ڏينهن منهن مقابل ٿينداسين. اج تون منهنجي ڪڍ آهين. انتظار ڪر! ڪڏهن مان تنهنجي ڪڍ هوندس..."

ڦاهي گهاٽ ۾ واڙيل "چيتو" لکي ٿو:
"مارشلاءِ جيتري ڊيگهه ونندو پاڪستان جي باقي بچيل حياتي اوتري گهٽبي ويندي.. سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد ڪان اول (اوهان ڪي) خُدا حافظ چوندي.. جيڪڏهن مان پاڪستان جو حصو نہ آهيان تہ پوءِ سنڌ بہ پاڪستان جو حصو نہ آهي... مان شاهہ لطيف جو راٺو آهيان. مان نہ صرف لاڙڪاڻي پر سموري پاڪستان جو راٺو آهيان ۽ جيڪڏهن سموري پاڪستان جو راٺو نہ بہ رهان تڏهن بہ سنڌ جو راٺو بيشڪ آهيان".
سنڌ جي هن راٺي کي فوجي جنرلن سپريم ڪورٽ جي چار پنجابي ججن ـ نيصلو ڏيندڙ ستن ججن مان ٽن غير پنجابي ججن ڀُٽي کي باعزت بري ڪرڻ جو فيصلو ڏنو هو جڏهن تہ چئن پنجابي ججن سنڌس ڦاهيءَ واري سزا برقرار رکي ـ آمريڪا بهادر ۽ لوڪل گماشتي سرمائيدارن، جاگيردارن گڏجي ۴ اپريل ۱۹۷۹ع تي رات جو سُوليءَ تي لٽڪائي ڇڏيو.
ڀُٽي چيو هو تہ مان سنڌ جي مٽيءَ جو حصو ٿي ويندس، منهنجي مزار درگاهہ بڻجي ويندي ۽ مان سنڌ جو ڏند ڪٿائي ڪردار ٿي ويندس.
طارق عليءَ جو هي ڪتاب عوام جي راٺي جي شهادت جي ڊرامائي شڪل آهي. ڪتاب "ڊائيلاگ" جي انداز ۾ لکيل آهي ان ڪري پڙهندي مزو اچي ٿو.
ڪتاب ترجمو ڪرڻ جو هي پهريون تجربو اٿم. دوستن جون مهربانيون آهن. ڪاميابيون بہ سندن ئي آهن، ڪوتون منهنجيون پنهنجيون آهن.

سائينمر! سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار
دوست مٺا دلدار عالم سڀ آباد ڪرين.
(شاهہ)

تاريخ: ۱۵ جون ۲۰۰۸ع

شفقت ڦادري
ليڪچرار شعبو انگريزي
سنڌ زرعي يونيورسٽي، ٽنڊوڄام
shafkat.kadri@gmail.com

# ليڪڪ پاران

سيپٽمبر ١٩٨٥ع ۾ BBC ڊرامه ڊپارٽمينٽ جو سربراهه رابن مگلي مون سان مليو ۽ مونکي پاڪستان جي پهرين چونڊيل وزيراعظم ذوالفقار علي ڀُٽو جي مقدمي ۽ موت جي سزا بابت ٽن قسطن تي مشتمل هڪ ڊرامو لکڻ جي پيشڪش ڪئي. مان راضي ٿي ويس. اهڙيءَ ريت جنوري ١٩٨٦ع جو "دي ليرڊ اينڊ دي فاڪس" جون ٽي قسطون لکي BBC وٽ جمع ڪرائي ڇڏيون. رابن مگلي اهم ڪردارن جي چونڊ بابت صلاح مشورا ڪيا. ضياء جي ڪردار لاءِ ضياء محي الدين ۽ ڀُٽي جي ڪردار لاءِ هندستاني اداڪار نصير الدين شاهه جي چونڊ تي سهمت ٿياسين. ٻين ڪردارن (جهڙوڪ بينظير لاءِ اينجليڪ هوسٽن ۽ نصرت لاءِ شيان ٿامس) لاءِ اداڪارن جي چونڊ تي صلاح مشورا جاري هئا جو هڪدم سڄو معاملو بيهي ويو. BBC لاءِ هي ڊرامو "تڪراري" بڻجي ويو. ڊائريڪٽر جنرل الاسدائير ملني اسڪرپٽ پڙهڻ جو حڪم ڏنو. BBC جي ايڊيٽر-ان- چيف جي حيثيت ۾ کيس اهو حق حاصل هو. تنهن هوندي به اِها ڳالهه غير معمولي نوع جي هئي. خفيه ادارن جي چاڙتن جي دسترس باوجود ٽن ڏينهن ۾ BBC جي مختلف شعبن جا سربراهه تمام گهٽا آزاد هوندا هئا. اسڪرپٽ کي ٻيهر پڙهڻ واري حڪم مان صاف ظاهر هو ته ملنيءَ کي "مٿان" کان ڪو هدايت نامو مليو آهي. چوڻ ڇاڪاڻ جو پاڪستاني تاريخ جو سڀ کان وڌيڪ وحشي فوجي آمر جنرل ضياء الحق افغانستان جي "آزاديءَ واري جدوجهد" ۾ اولهه جو هڪ اهم ساٿاري هو. ضياء افغانستان ۾ سوويتي (هاڻي نيٽو) فوج سان وڙهندڙ گوريلن ۽ اسامه بن لادن جو "ايشور" هو. اهو ضياء ئي هو جنهن هن سڄي خطي ۾ تباهي ڦهلائيندڙ اسلامي بنياد پرست گروهن کي ڏوڪڙ، تربيت ۽ تنظيم ڏئي تيار ڪيو. ضياء (اولهه جو) آزمايل، پرکيل ۽ پروسي جوڳو آفيسر هو. اُهو ضياء ئي ته هو جنهن سيپٽمبر ١٩٧٠ع ۾ پاڪستاني فوج ۽ عرب بدوئن جو لشڪر ڪاهي اردن ۾ پناهه ورتل فلسطينين کي چيپاٽي ماريو هو. هن پيري ضياء واشنگٽن ۽ مارگريٽ ٿيچر جي "افغان آپريشن" لاءِ نهايت اهم هو.

اها ڳالهه بلڪل سمجهه جوڳي آهي ته ضياء جي آمريت کي ڏڪ رسائيندڙ هر امر تي آمريڪي اسٽيٽ ڊپارٽمينٽ ۽ برٽش فارين آفيس لاءِ چڙ ڏيارينڌڙ هو. انهيءَ لاءِ BBC جي ڊائريڪٽر جنرل ڊرامي جي اسڪرپٽ کي پڙهڻ جو حڪم جاري ڪيو.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ دهليءَ ۾ موجود هڪ تجربيڪار صحافي مارڪ ٽلي‌ءَ مونکي فون ڪيو. ٽَليءَ موصوف پڻ ڊرامي جو اسڪرپٽ پڙهيو هو ۽ ڪجهه معامرن تي بحث

ڪرڻ لاءِ 'جام' جي دعوت ڏنائين. رابن مگليءَ مونکي صلاح ڏني تہ هيءَ ملاقات نهايت سنجيده آهي ۽ مان ڪاوڙ کان هر حال ۾ پاسو ڪريان. مارڪ ۽ منهنجي ملاقات گروچوڪلب، سوهو ۾ ٿي ۽ رسمي عليڪ سليڪ کانپوءِ ٿَلي سڌو اصل معاملي تي آيو. السادائر ملنيءَ کيس اسڪرپٽ پڙهڻ جو چيو هو. ٿَليءَ کي اسڪرپٽ جو "ذائقو" تہ پسند آيو پر (سندس نظر ۾) هڪ مسئلو هو. ٿَليءَ چيو تہ ٽين قسط "بہ ماٺهو ـ هڪ قبر) ۾ مون ڀُٽي کي ڦاهي تي لٽڪائڻ جو "گرين سگنل" ڏيڻ جو الزام امريڪا تي ڏريو آهي. ٿليءَ چيو هو تہ ان وقت راولپنڊيءَ ۾ موجود هوءَ کيس (ڀُٽي جي ڦاهيءَ واري معامري ۾) آمريڪا جي ڪا بہ مداخلت نظر نہ آئي.

مان ورندي ڏني " تو شين کي غور سان نہ ڏٺو هوندو مارڪ".

مان وضاحت ڏيندي چيو تہ آمريڪي سفارتخانو ۽ سعودي حڪمران ضياءَ جي پاڪستان جا ڪرتا ڌرتا هئا ۽ ڪوبہ سينيئر فوجي آفيسر توکي ٻڌائي سگهي ٿو تہ ڀُٽي کي ڦاهي ڏيڻ کان اڳ ۾ ضياء آمريڪين ۽ عرب حڪمرانن کان صلاح ورتي هُئي. پر ٿَلي راضي نہ ٿيو ۽ نيٺ چيائين:

"جيڪڏهن ڊرامي مان هي حصو ڪڍي ڇڏيندين تہ پوءِ هي ڊرامو ضرور نشر ڪيو ويندو".

منهنجو سوچيل سمجهيل جواب هي هو

"BBC وچي منهنجي آڱوٺي تي چڙهي!".

ائين معامرو پڄاڻيءَ تي پهتو. ڊرامي کي دفن ڪرڻ واري رسم BBC جي ڊپٽي سوليسيٽر جي. پي. ڪومين ادا ڪئي جنهن مونکي ۽ رابن مگلي کي ٻڌايو تہ پراجيڪٽ ختم ٿي چڪو آهي.

"ڇو؟ رابن مگلي سوال ڪيو.

"بدناموسيءَ جي مقدمي جي ڊپ سبب".

مان سوال ڪيو

"BBC تان لڳاتار نشر ٿيندڙ آهي ڊراما جن ۾ سوويت پولٽ بيورو ۽ اوير يورپي حڪومتن کي خوار ڪيو ويندو آهي، تن ڊرامن بابت ڇا خيال آهي؟".

ڪومين ورندي ڏني "تون سمجهين ٿو تہ هڪ برطانوي جج بدناموسيءَ جي مقدمي ۾ سوويت پولٽ بيورو جي حق ۾ فيصلو ڏيندو؟"

مون چيو " ۽ تون سمجهين ٿو تہ هڪ برطانوي جج هڪ غليظ ۽ ٺڪي جي فوجي آمر جنهن جا هٿ خون سان رنگيل آهن، تنهن جي حق ۾ فيصلو ڏيندو؟".

جناب ڪومين ڪابہ ورندي نہ ڏني.

ڊرامي جي اسڪرپٽ ۾ ڪابہ ڦير گهير نہ ڪئي وئي آهي. ڊرامو لکڻ وقت اُهي افواهہ گردش ۾ هئا تہ ڀُٽي کي ڦاهيءَ تي لٽڪائڻ کان اڳ ۾ قتل ڪيو ويو هو. اڳتي هلي هن معاملي سان لڳاپيل ڪيترن ئي ماڻهن اِن ڳالهہ کان انڪار ڪيو. ان واحد واقعي کانسواءِ ڊرامي ۾ بيان ڪيل ٻيا هڙئي واقعا ٻن المين: ـ ملڪ کي تبديليءَ ڏانهن وٺي وڃڻ ۾ ڀُٽي جو ناڪام ٿيڻ ۽ ضياء پاران هڪ منظم ۽ سوچيل سمجهيل طريقي سان پاڪستان جي سياسي ماحول کي تاراج ڪرڻ- جو حقيقت پسندانو بيان آهن. انهن المين جا نتيجا اڄ اسان جي سامهون آهن.

طارق علي

## مهاڳ

سوويت يونين جي خاتمي کان پوءِ سڄي دنيا ۽ اسان جي سنڌ ۾ اهو راڳ عام طرح آلاپجڻ لڳو ته ادب جي ترقي پسند ۽ رجعت پسند حصن ۾ ورڇ مارڪسي فڪر سان تعلق رکندڙن جي موضوعي (Subjective) سمجهه تي آڌاريل هئي. مطلب ته ادب ۾ ترقي پسندي ۽ رجعت پسنديءَ جي اِها ورڇ معروضي طرح وجود نه ٿي رکي. سنڌ جي عظيم شاعر شيخ اياز پڻ اهڙيءَ نوع جي سمجهاڻيءَ ڏني. ڏسندي ئي ڏسندي ادب جي سماجي زندگيءَ کان ۽ عام ماڻهن جي مسئلن کان لاتعلقي واضح ٿيندي وئي. سنڌ جي ادبي سنگت ۾ فڪري ۽ خاص طرح ترقي پسند فڪري تحريڪ جي کوٽ سبب اهڙي ادب جي سرجڻ جو عمل رُڪجي ويو جيڪو سنڌي سماج جي هڪ فرد جي احساساتي دنيا ۾ سنڌ جي فرسوده ۽ پوئتي پيل جاگيرداري ۽ رجعتي سرمائيدار دنيا کي بدلائڻ جو اُمنگ جاڳائي. اهڙا گيت، شعر، ڪهاڻيون ۽ ناٽڪ ۽ ناول اٽلي ٿيندا ويا، جيڪي عام فرد کي پنهنجي انفرادي دنيا کان آجو ڪري سماجي زندگيءَ جي گوناگون پيچيدگين جو احساساتي ادراڪ ڏيارين. ادب ۽ خاص طرح عظيم ادب جو اُڀار تڏهن ئي ممڪن ٿئي ٿو جڏهن هڪ ادب سماج جي ڪُلي احساس جو اظهار هجي ٿو.

مارڪسزم جڏهن ادب کي ترقي پسندي ۽ رجعت پسنديءَ جي ٻن ڌارائن ۾ ورهائي ٿو ته مارڪسي فڪر موضوعي نه پر معروضي طرح اهڙيءَ ورهاست جو دعويدار آهي. مارڪسزم مطابق اهڙو ادب جيڪو عام مظلوم انسانن ۾ اهڙن احساساتي قدرن جي تعمير ڪري جيڪي غلاميءَ جي هر شڪل کان آجپي جو احساس جاڳائين، تنهن کي ترقي پسند ادب چئجي ٿو. لازمي طرح اُهو ادب جيڪو سماج کان، مظلوم ۽ محروم انسانن کان لاتعلق ۽ ويڳاڻو بڻائي، سو ترقي پسنديءَ جي بنهه اُبتڙ رجعت پسند ئي ليکبو. اسان وٽ عام طرح اِها راءِ به عام آهي ته ترقي پسند ادب نعري بازي هجي ٿو. دراصل ادب ۾ نعري بازيءَ کي هر سچو انقلابي اديب قبول ڪرڻ کان انڪاري ئي هوندو پر هڪ ڪمزور اديب جي نعري بازي ترقي پسند ادب جي حقيقت جو انڪار نه ٿي ڪري سگهي.

شيخ اياز جون هيٺيون چيل هي سٽون:

ذات وڏي شـــيءِ نــــاهي،
ســـچ وڏي شـــيءِ آهـــي،
۽ جـــو ســـچ مچـــائي،
ســـو مـــچ وڏي شـــيءِ آهـــي.
اياز

هر لحاظ کان انهيءَ حقيقت جو اظهار آهن تہ ادب جي سونهن سچائيءَ جي سونهن سان سلهاڙيل يا هيڪڙائيءَ ۾ هجڻ گهرجي. اُهو ادب جيڪو سونهن جو انقلابي ادراڪ نہ رکي، سو ڪروڙين مظلوم انسانن لاءِ سونهن ڪيئن تو تي سگهي!؟

پاڪساتن جي آپيشاهي ۽ فوجي حڪمران بلوچستان جي چاغي جي جبلن تي پنهنجي نيوڪليائي طاقت جي زور آزمائي ڪري، انهيءَ چاغي جبل جا نمونا مختلف شهرن ۾ يادگار طور اڏائيندا رهن ٿا. ڇا اڏاوت سازيءَ جا اِهي نمونا رجعت پسند، عوام دشمن ۽ مظلوم قومن جي خود مختياريءَ جا دشمن نہ آهن!؟

يعني ادب جي ترقي پسند سچائي سماجي حقيقت سان احساساتي هيڪڙائي ۾ آهڙي احساس جو اُڏمو پيدا ڪري ٿي جيڪو فرسوده سماج کي بدلائڻ جو گس ڏيکاري.

اسان جي ادب ۽ انقلابي ادب جي پارکو ڪامريڊ شفقت آهڙي ئي هڪ ترقي پسند ناٽڪ کي انگريزي مان ترجمو ڪري سنڌي ادب ۾ هڪ نئين عوام دوست ڪتاب جو واڌارو ڪيو آهي.

انگريزيءَ ۾ لکيل هي ناٽڪ جڳ مشهور مارڪسي مفڪر ۽ اديب طارق عليءَ ۱۹۸٦ع ڌاري مڪمل ڪيو هو. هن ناٽڪ کي طارق علي بي بي سي جي اداري جي آڇ تي لکيو هو. بي بي سي جي سرمائيداراڻي اداري هڪ ترقي پسند ليکڪ کي پاڪستان جي پهرئين چونڊيل وزير اعظم ذوالفقارعلي ڀُٽي جي عدالتي قتل جي موضوع تي لکڻ لاءِ چئي هڪ وڏي غلطي ڪئي. ڇاڪاڻ تہ طارق علي هن ناٽڪ وسيلي اينگلو- آمريڪي سامراج جي ضيائي آمريت هٿان ذوالفقار علي ڀُٽي جي عدالتي قتل جي حقيقت کي وائکو ڪري ڇڏيو. بي بي سي جي سامراجي ميڊيائي ماهرن هن ناٽڪ کي نشر ڪرڻ کان انڪار ڪيو پر اِن بهاني طارق علي ڊرامائي انداز ۾ ڀُٽي جي ڦاهيءَ جي سامراجي ايجنڊا کي واضح ڪري پاڪستان جي حقيقي جمهوري انقلابي تحريڪن تي هڪ وڏو احسان ڪيو آهي.

شفقت قادري هن ڪتاب جي ترجمي جي چونڊ بہ اسان جي ملڪ ۽ سنڌ جي تاريخ جي هڪ اهم موڙ تي ڪئي آهي. مطلب تہ هن وقت هڪ ٻي فوجي آمريت هيٺ مرحوم ذوالفقار علي ڀُٽي جي نياڻي محترمہ بينظير ڀٽو جي شهادت ٿي وئي. جهڙيءَ ريت هٿان جي آپيشاهي وردي وارن حڪمرانن ذوالفقار علي ڀُٽي جي شهادت کي عوام کان ڳجهو رکڻ جي ڪوشش ڪئي، تهڙيءَ ئي ريت محترمہ بينظير ڀُٽو جي شهادت کي پڻ هڪ راز ۾ بدلائڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي. فوجي حڪمرانن جي اهڙين ئي چالن ۽ چالاڪين کي سمجهڻ جي لاءِ هي هڪ اهم ڪتاب آهي.

پاڪستان جا حڪمران جنم کان ئي آمريڪي سامراج جا ڳيجهو غلام رهيا آهن ۽ انهن آمريڪي سامراجين جي طرفان ئي فوجي آمريتن جو طوق اسان جي ڳچين ۾ وڌو ويو. پاڪستان جي تاريخ سامراج نواز فوج ۽ سماج جي جمهوري قوتن جي اختلاف ۽ ٽڪراءَ جي تاريخ آهي. اِنهي ٽڪراءَ اسان کان اسان جا پنهنجا دوست ۽ ڪامريڊ جدا ڪيا آهن. پر اجا تائين اسين هنن سامراجي ايجنڊا تحت ڪم ڪندڙ انهيءَ فوجي ڪارندن مان پوريءَ ريت آزاد نہ ٿيا آهيون. پر آزاديءَ جو اِهو جهد ڪڏهن وڪيلن تہ ڪڏهن سياسي اڳواڻن ۽ ٻين ڪيترن ئي انيڪ روپن ۾ هلندو رهي ٿو ۽ هلندو رهندو. اُميد جدوجهد جي جاري عمل ۾ آهي ۽ اِهو عمل لازمي طرح سامراجيت ۽ اُنهن جي فوجي ڪارندن جي خاتمي ۾ ئي تڪميل تي پهچندو.

شفقت قادريءَ جو هي ترجمو پڻ سامراجيت نواز وردي وارن حڪمرانن خلاف جدوجهد جو اظهار آهي ۽ سندس هيءَ ڪاوش حقيقي عوامي جمهوري جدوجهد جي ڪارڪنن جي احساساتي شعور ۾ فوجي آمريت کي للڪارڻجي اجا وڌيڪ همت پيدا ڪندي.

عاصم آخوند

سين -١

باهريون منظر. راولپنڊي. سانجهي.

شهر تي شام طاري ٿي رهي آهي. ڪجهه مفاصلي تي دونهون اٿندي نظر اچي ٿو آنسوگيس جي گولن جي ڇُٽڻ ۽ گولين جا ٺڪاءَ ٻڌجن ٿا.

پاڪستان، جون ١٩٧٧ع.

سين - ٢

ٻاهريون منظر. راولپنڊي جو هڪ روڊ.

جيئن ئي آنسوگيس جو دونهون ڇڊو ٿئي ٿو تہ لوهي ٽوپلا پاتل پوليس وارا مظاهرين کي ڊوڙائيندي نظر اچن ٿا. مظاهرو ڪندڙن مان ڪن جي هٿن ۾ ڀُٽي جي ڪارو منڊيئڙو پاتل تصوير وارو پوسٽر آهي. ڪن جي هٿن ۾ اردوءَ ۽ انگريزيءَ ۾ لکيل بينر آهن.

"ڀُٽو مرده باد"

"اسان نيون چونڊيون چاهيون ٿا".

ڀُٽا! تو چونڊن ۾ ڌانڌلي ڇو ڪئي؟"

مظاهرو ڪندڙن ۾ گهڻائي ڏاڙهيءَ وارن جي آهي، جنهن مان سندن مذهبي لاڙي جو پتو پوي ٿو. پوليس کين ڊوڙائي رهي آهي، ۽ هو پوسٽر، بينر رستي تي ڦٽا ڪري ڀڄي رهيا آهن. ڀُٽي جي ڪارو منڊيئڙو لڳل تصوير روڊ تي پيل آهي. پوليس وارن جا بوٽ تصوير مٿان ڊوڙي رهيا آهن.

راولپنڊي

سين - ۳
ٻاهريون منظر. راولپنڊيءَ جي هڪ شاهراهہ. شام.

هڪ وڏي سفارتي ڪار جنهن تي آمريڪي جهنڊو لڳل آهي، رستي تي تيزيءَ سان ڊوڙي رهي آهي. سامهون ريلوي ڦاٽڪ آهي جنهن ڪري ڪار جي رفتار جهڪي ٿئي ٿي. روڊ جي پاسن کان عام ماڻهن جو هڪ ميڙ ۽ ڪافي تعداد ۾ پوليس وارا نظر اچن ٿا. هي ڀُٽي جا حمايتي آهن. سندن هٿن ۾ ليبر (ڀُٽي) جي سرڪاري تصوير وارا پوسٽر آهن. بينرن تي نعرا لکيل آهن.
"ڀُٽو زنده باد"
"سامراجيت مرده باد"
جيئن ئي مظاهرين جي نظر اُن ڪار تي پوي ٿي تہ هو ڪار ڪي مِڙي وڃن ٿا.
"ڀُٽو زنده باد"
"آمريڪي ڪتا مرده باد"
پوليس مزي مزي سان مظاهرو ڪندڙن کي پرتي ڌِڪي ٿي. هنن مظاهرين ۽ ڀُٽو مخالف مظاهرين سان پوليس جي سلوڪ ۾ فرق واضع نظر اچي ٿو.

سين – ۴
انڊريون منظر . سفارتي ڪار.

ڪار جي پوئين سيٽ تي آمريڪي سفير ۽ سندس زال ويٺل آهن. گاڏيءَ جو ڊرائيور پاڪستاني آهي، جڏهن تہ C.I.A جو[1] اسٽيشن چيف اڳئين سيٽ تي ويٺل آهي. زال مڙس ڪافي پريشان نظر اچن ٿا. اوچتو هڪ پٿر گاڏيءَ جي آڏو واري شيشي کي لڳي ٿو ۽ گاڏيءَ ۾ ويٺل سڀئي ماٺهو هيٺ ڍڙڪي وڃن ٿا. ڪار آهستي آهستي اڳتي سرندي رفتار پڪڙي ٿي.
سفير (منهن تان پگهر اگهندي): هي فساد ڪيستائين هلندو؟ هي سڀ برداشت جوڳو نہ آهي.
ٽرنر (C.I.A جو گماشتو) سفير ڏانهن منهن ڪري ڪنڌ ڌوڻي ٿو ۽ دلاسو ڏيندڙ مرڪ مرڪي ٿو.

---

[1] امريڪي خفيہ ايجنسيءَ طرفان پاڪستان ۾ جاسوسيءَ لاءِ مقرر ٿيل گماشتو.

سين -٥

باهريون منظر. وزير اعظم هائوس. اسلام آباد.

سامهون وزير اعظم هائوس نظر اچي رهيو آهي. گيٽ وٽ وردي ۽ خانگي ڪپڙا پهريل هٿياربند پوليس وارا بيٺل آهن. اينڊرگاڏين جي سخت تلاشيءَ کان پوءِ کين اندر وڃڻ جي اجازت ملي ٿي. سفارتي ڪار گيٽ تي پهچي ٿي. ڪار کي روڪيو وڃي ٿو. ٿي پوليس وارا ڪار جي اندر ليئو پائن ٿا. خانگي ڪپڙا پهريل پوليس وارو ڪار ۾ ڊرائيور کي جانچڻ کانپوءِ اندر وڃڻ جو اشارو ڪري ٿو.

سين -٦

اندريون منظر. وزير اعظم هائوس. اسلام آباد. شام.

دعوت پنهنجي اوج تي آهي. ڀُٽو نصرت ۽ بينظير مهمانن جو آڌرڀاءُ ڪندي نظر اچن ٿا. هال اڌ ڀريل آهي. وردي پاتل بيرا هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙندي ڦرندي مهمانن کي جام پيش ڪري رهيا آهن. هال جي هڪ ڪنڊ وٽ ڀُٽي خاندان جو پراڻو خدمتگار حسين بيٺل آهي، جيڪو سڄي ماحول تي رُکي روح سان هڪ نظر ڊوڙائي ٿو. هڪ ذاتي معاون ڀُٽي جي ڪن ۾ سُرباٽ ڪري ڪيس ايندڙ مهمانن جا نالا ٻڌائي رهيو آهي. اڪثر مهمانن کي پي پي پي جي وردي پهريل آهي ۽ سندن زالن کي عاليشان ساڙهيون پاتل آهن. سفارتي مهمانن کي شام وارا ڪپڙا اوڍيل آهن.

معاون: سائين، آمريڪي سفير.

(آمريڪي سفير ۽ سندس زال ڀُٽي ڏانهن وڌن ٿا. پال ٽَرنر هنن جي پويان اچي رهيو آهي)

ڀُٽو (ڏيکاءُ ڪندي): خوش آمديد! عزت مآب! محترما!

(سيئي هڪ ٻئي سان هٿ ملائين ٿا. ڀُٽو ٽَرنر کي گهوري ڏسي ٿو). مونکي خوشي ٿي آهي ته توهان ٽَرنر کي پڻ گڏ وٺي آيا آهيو. نصرت، بينظير، مسٽر ٽَرنر سان ملو. هيءُ ڏاڍو اهم ماڻهو آهي. ٽَرنر، نصرت ۽ بينظير سان هٿ ملائيندي منهن تي مرڪ آڻڻ جي ڪوشش ڪري ٿو.

سفير (مسڪرائيندي): توهان سان وري ملندي خوشي ٿي. اسان جو ته اڄ هتي پهچڻ ئي مشڪل پئي لڳو وزير اعظم صاحب! توهان جا حمايتي مظاهرين اسان تي پٿر وسائي رهيا هئا.

ڀُٽو (مسڪرائيندي): الائي ڇو؟ خبر ناهي!

(ٽرنر ڏانهن ڏسندي) مسٽر ٽرنر، اڄ ڪالهه ملڪ جا جام دؤرا ڪري رهيو آهي. ڪيس عوام جي موڊ جي خبر آهي ۽ خاص ڪري مخالف ڌُر کي تہ چڱيءَ طرح سڃاڻي. (کلندي) ٿورڙي هوشياري ڪريو! ماڻهو سمجهن ٿا تہ اصلي وزيراعظم مان نہ پر مسٽر ٽرنر آهي!

ٿڏي، ياوائتي مشڪ سان آمريڪي اڳتي وڌن ٿا. ڪجهہ پرٻرو جنرل ضياء مڪمل يونيفارم ۾ دعوت ۾ شرڪت لاءِ ايندي نظر اچي ٿو. ضياء ڀُٽي کي سليوٽ ڪري ٿو ۽ ڀُٽو سندس ڀُٺي ٿپي ٿو. ٻئي نهايت دوستاڻي نموني گفتگو ڪن ٿا. ڀُٽو ٿهڪ ڏئي رهيو آهي. پوئين پاسي کان لِلِي ۽ چيري نمودار ٿين ٿا. ڀُٽي خاندان جون عورتون ڪين ڏسي هڪ ٻئي ڏانهن نهارين ٿيون. نصرت جاڻي ٻُجهي اڳتي سرڪي وڃي ٿي. بينظير اُتڙي ئي بيٺي آهي.

ڀُٽو: هاءِ باب!

چيري (باب) ۽ ڀُٽو مسڪرائيندي هٿ ملائين ٿا.

ڀُٽو (ڳالهہ جاري رکندي): باب، تون منهنجي ڌيءَ سان مليو آهين؟

(چيري ڪنڌ ڌوڻيندي بينظير سان هٿ ملائي ٿو هوءَ ڪيس جام جا گلاس ڪٽي بيٺل بيري وٽ وٺي وڃي ٿي. ڀُٽو لِلِيءَ کي گهوري ٿو. لِلِي مسڪرائي رهي آهي. ٻئي هٿ ملائين ٿا.

ڀُٽو (آهستگيءَ سان پنهنجي هٿ جي پڪڙ ڍري ڪندي): منهنجي پياري لِلِي. مونکي خبر پئي تہ تون شهر ۾ آهين. خبر ناهي تہ تنهنجي اچڻ تي مان خوش ٿيان يا نہ. تون ياتہ حڪومتن جي آغاز ويلي ظاهر ٿيندي آهين يا انجام ويلي!

لِلِي (مشڪندي): توکي ٻيهر ڏسي خوشي ٿي. وزيراعظم!

(نصرت پري کان منهن ٺاهي لِلِيءَ کي گهوري رهي آهي) پر (غير رسمي انداز ۾ ڀُٽي سان مخاطب ٿيندي) حالتون ايتريون چڱيون نہ آهن. ڇهن

شهرن ۾ مارشل لاءِ لاڳو ٿيل آهي. توهان بيهر وردي وارن کي راند ۾ واپس آڻي رهيو آهين. ڇو؟

ٻئو دلگير ٿئي ٿو پر جواب ۾ ڪجهه به نه ٿو چوي. هو بيري ڏانهن اشارو ڪري ٿو ۽ ٻئي جام کڻن ٿا.

سين-٧
پاهريون منظر. راولپنڊي ڪينٽونمينٽ جو هڪ ويران روڊ. شام.

اسان کي هڪ عام رواجي بنگلو نظر اچي ٿو بنگلي جي پرسان ٻي ڪابہ عمارت نہ آهي. هڪ سپاهي رائيفل تاڻيو پهرو ڏئي رهيو آهي. هڪ ڪار ايندي نظر اچي ٿي، گاڏيءَ ۾ جنرل آزاد ويٺل آهي. گاڏي جيئن ئي گيٽ کان اندر داخل ٿئي ٿي تہ سپاهي سليوٽ ڪري ٿو. آزاد جوابي سلامي ڏئي ٿو.

سين-٨

اندريون منظر. فوجي بنگلو. وڏو ڪمرو. شام.

هي بنگلو حقيقت ۾ ملٽري انٽيليجنس جي استعمال هيٺ هڪ هيڊ ڪوارٽر آهي. ڪمري جي پٺ تي پاڪستان جو هڪ وڏو نقشو لڳل آهي. مارشل لاءِ لاڳو ٿيل شهرن جي نشاندهيءَ لاءِ نقشي تي ڇهه وڏيون ٽاچٽيون ڪتل آهن. ڪمري جي وچ ۾ هڪ وڏي مستطيل ميز رکيل آهي. ميز جي چوڌاري ڪرسيون پيون آهن. ڪمري ۾ چار جنرل موجود آهن. ٻه جنرل نقشي جو جائزو وٺي رهيا آهن. هڪ ڪرنل ۽ باقي ٻه جنرل ڪرسين تي ويٺل آهن. ميز تي ڪوپ ۽ ساسرون پيل آهن. آزاد مشڪندي ڪمري ۾ داخل ٿئي ٿو. ڪمري ۾ ويٺل ماڻهن کي ڏسندي ئي سندس مشڪ هوا ٿي وڃي ٿي.

آزاد: زمان، چيف جنرل ڪاٿي آهي؟

زمان: جلدي پهچندو. وزيراعظم هائوس ۾ آهي. پر مان ڪيس مختصر احوال ڏئي ڇڏيو آهي. اسان تنهنجو انتظار ڪري رهيا هئاسين، جنرل آزاد.

سيئي پنهنجين پنهنجين ڪرسين تي ويهن ٿا .

زمان (ڳالهه جاري رکندي): جنرل نظامي لاهور ۽ ڪراچيءَ جي لاءِ اينڊ آرڊر رپورٽ پيش ڪندو. حالتون ٺيڪ نه آهن.

آزاد پٽڪي ٿو.

زمان: جنرل ڇا مسئلو آهي؟

آزاد ڪيس نظرانداز ڪندي پنهنجو بريف ڪيس کولي هڪ شاندار قسم جي شراب جي بوتل ڪڍي ٿو.

آزاد: اردلي! اردلي!

اردلي سلام ڪندي ڪمري ۾ داخل ٿئي ٿو.

آزاد (ڳالهه جاري رکندي): پاڻي، برف ۽ گلاس. جلدي! چانهه پيئڻ واسطي ڪافي دير ٿي چڪي آهي! زمان پنهنجي نفرت لڪائي نٿو سگهي. اردلي گلاسن ۽ برف جي ٿانو سميت حاضر ٿئي ٿو. آزاد ٽن گلاسن ۾ شراب اوتي ٿو. هڪ جام پاڻ وٽ رکي، بيا افتخار ۽ نظاميءَ ڏانهن وڌائي ٿو. افتخار جام وٺي ٿو. نظامي جيئن ئي جام وٺڻ لاءِ اڳتي سُري ٿو ته سندس نظر زمان تي پوي ٿي جيڪو ڪيس ڪرڙيون اکيون ڪري گهوري رهيو هو. نظامي نهڪر ڪندي واپس ڪرسيءَ تي جهڪيو. هن جي بزدليءَ تي آزاد کان ٽهڪ نڪري ويو.

آزاد: تو سان ڪونه ڪو مسئلو ته ضرور هوندو جو تون جام نه ٿو وٺين؟

آزاد جو چهرو ڳنڀير آهي. چرڻ ڪيس پتو پئجي ويو هجي ته اجوڪي گڏجاڻي ڪا عام رواجي گڏجاڻي نه آهي. هن زمان کي گهوريو جنهن جواب ۾ زمان مشڪي ڏنو.

سين -۹
انڊريون منظر. وزير اعظم هائوس. اسلام آباد. شام.

دعوت جاري آهي. هال جي هڪ ڪنڊ ۾ مرد ته ٻي ڪنڊ ۾ عورتون ڇهڇٽو لايو ويٺا آهن. سواءِ بينظير ۽ لِلِيءَ جي. بينظير پال ٽَرنر سان گفتگو ۾ رُڌل آهي ۽ لِلِي جنرل ضياء کان سڌ سماءَ وٺڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي.

لِلِي: جنرل ضياء، مونکي توهان جي وفاداريءَ تي ڪوبه شڪ نه آهي. پر فوج ۾ ٻيا ماڻهو به ته آهن ۽ هرڪو ڄاڻي ٿو ته هو ڪاوڙيل آهن. ڪين ان ڳالهه تي ڪاوڙ آهي ته ڀُٽي کي بچائڻ لاءِ هو پنهنجا فوجي جوان ڇا لاءِ استعمال ڪن.

ضياء: محترمه لِلِي، توهان منهنجن لفظن تي ڀروسو ڪريو. اسان جي فوج آئين سان وفادار آهي.

هال جي ٻي ڪنڊ.

بينظير (ٺهڪ ڏيندي): مسٽر ٽَرنر، منهنجو والد سمجهي ٿو ته توهان جي حڪومت اسانجي حڪومت کي عدم استحڪام ڏانهن ڌڪي رهي آهي. ڇا اِهو سچ آهي؟ (پال ٽَرنر مسڪرائي ٿو). توهان کي ته ضرور خبر هوندي! توهان ٿي ته هتان جي C.I.A جا سربراهه آهيو. ٽَرنر (آمريڪي لهجي ۾): مِس ڀٽو، منهنجو خيال هو ته توهان سفارتڪار ٿيڻ چاهينديون هيون. (بينظير مسڪرائي رهي آهي) توهان جي والد جي خلاف هيترا سارا مظاهرا ۽ هڙتالون ٿيون آهن. توهان ڇا ٿا سمجهو ته اسان کي اِهو سڀ ڪجهه ڪرڻ جي سگهه آهي؟

بينظير: توهان وٽ ڊالر آهن.

ڪجھ پريرو ڀٽو محفل تي ڇانيل نظر اچي ٿو.

بينظير ۽ پال پڻ ڏانهس وڌن ٿا. هال جي هن ڪنڊ ۾ بينظير ۽ لِلِيءَ کانسواءِ ٻي ڪا بہ عورت موجود نہ آهي. ڀٽي جي چوڌاري آمريڪي توڙي ٻين ملڪن جا سفارتڪار ميڙ ڪيو بيٺا آهن. ڀٽو موج ۾ آهي.
ڀٽو: نڪسن حرامي، شروع کان ئي اٽڪلباز هو.
(ڀٽو نڪسن جي نقل ڪري ٿو) ”مان پاڪستان جو پراڻو دوست آهيان. مسٽر ڀھوٽو پر توهان جيڪا گھُر ڪري رهيا آهيو سان هن وقت پوري ڪري نٿو سگھان“. تنهن هوندي بہ جانسن جي ڀيٽ ۾ مان ڪيس ترجيح ڏيندو هئس. هُو ”ڪائو بواءِ“ پنجابي لڳندو هو. سچو ڏينهن هٿ آنورن ۾ پيو هوندو هئس. پنهنجي سرزمين تي هڪڙو نمونو پر ٽين دنيا جي رياستي سربراهن سان ملاقات وقت نمونو ئي مٽيل هوندو هئس.
(آمريڪي سفارتڪارن کانسوءِ ٻين مڙني سفارتڪارن ۾ ٽهڪڙو پئجي ويو).
ڀٽو (ڳالھ جاري رکندي): اسان سان سلوڪ اهڙو هئس جو ڄڻ سندس واڙي جا نوڪر هجون! مونکي ياد ٿو پوي تہ جڏهن مان وزير خارجہ هئس تہ اسان وارو فوجي آمر جنرل ايوب مونکي بہ آمريڪي دوري تي ساڻ وٺي ويو هو. جانسن ايوب جي ڏيءَ کي ورائي ويو ۽ کيس گھلي وڃي ڊانس فلور تي وٺي ويو. اِها تہ ڪافي خراب ڳالھ هئي! پر جانسن اتي بس نہ ڪئي، ايوب جي ڏيءَ کي ٻُنڊڻن تي ڇهنڊڙي بہ پاتائين.
(سڀ کلي رهيا آهن).

ڀُٽو (ڳالهہ جاري رکندي): ڇوڪريءَ وچي پيءَ کي دانهن ڏني. توهان کي خبر آهي تہ فيلڊ مارشل ڏيءَ کي ڪهڙي صلاح ڏني؟ ”خاموش رهہ! اسڪينڊل کڙو نہ ڪر“!

توهان کي تہ خبر آهي تہ اسان پاڪستانين جو هميشه کان واشنگٽن سان هڪ خاص رشتو رهيو آهي (هر ڪو ٿهڪن ۾ پئجي ويو). پر ڪي چند ماڻهو اهڙا بہ آهن جن کي ڪي ڳالهہ ٻولهہ نہ ٿي وڻي. لِلِي ٻاهر نڪرڻ جي ڪري ٿي تہ ڀُٽو کيس پڪڙي وٺي ٿو.

باقي مهمان هيڏي هوڏي ٿي وڃن ٿا.

ڀُٽو (لِلِيءَ کي ٻانهن مان جهليندي): راڻي! تون تڪڙي واپس تہ ڪونہ ٿي وڃين نہ؟ مون سوچيو تہ بعد ۾ ملنداسين.

لِلِي: منهنجي عملي جا ٻيا ماڻهو اچ پهتا آهن. ڊائريڪٽر کي پڻ حال احوال ڏيڻو اٿم.

ڀُٽو: اسان مٿين هفتي ملنداسين. انٽرويو کان اڳ ۾. راضي؟

لِلِي هائوڪار ڪري ٻاهر نڪري وڃي ٿي. حسين تڪرو ڀُٽي وٽ وڃي سندس ڪن ۾ سرباٽ ڪري ٿو. مهمان واپس وڃي رهيا آهن. ڀُٽوءِ نصرت مهمانن کان موڪلائي رهيا آهن. حسين بينظير وٽ وڃي ٿو. بينظير ٽَرنر سان گفتگو ۾ مصروف آهي.

حسين (با آواز سرباٽ ڪندي): توهان جي والد چيو آهي تہ مهمانن کي الوداع چيو وڃي.

ٽَرنر (مشڪندي): توهان سان ملي خوشي ٿي.

(ٻئي هٿ ملائين ٿا). گڊ باءِ!

بينظير: گڊ باءِ!

حسين بينظير کي هال کان ٻاهر ڇڏي اچي ٿو. واپس اچي صفائيءَ ستراڻيءَ جي ڪم ۾ لڳي وڃي ٿو. ۽ ٿو ضياء سان ڳالهائي رهيو آهي. ٻئي ڪمري کان ٻاهر نڪري اچن ٿا.

سين-١٠
انڊريون منظر. ملٽري بنگلو. شام.

نظامي سِگهو ئي ڪرسيءَ تي ويٺو آهي. منهن تان پگهر لار ڪري وهي رهيو اٿس. بين پڻ پنهنجي ڪالرن جا بٽڻ کولي ڇڏيا آهن. وزيراعظم هائوس جي ابتڙ هن ڪمري ۾ ڪابه ايئرڪنڊيشنر ڪانهي. آزاد ڪاوڙ ۾ تپي ڳاڙهو ٿي ويو آهي.
آزاد: بلڪل ٺيڪ! حالتون خراب آهن. ان لاءِ ئي تہ اسان ڇهن شهرن ۾ حالتن کي ضابطي ۾ رکي وينا آهيون. پر منهنجو خيال آهي تہ حالتون سُڌري رهيون آهن. مان سمجهان ٿو تہ ُپٽو مخالف ڌُر سان مفاهمت ڪري نيون چونڊون ڪرائڻ لاءِ راضي ٿي ويندو. توهان کي خبر آهي؟ ُپٽو وري چونڊون کٽي ويندو. توهان (جنرل زمان ڏانهن گهوريندي) جا منصوبا بيوقوفاڻا ءِ ڪم انديش آهن.
زمان: ُپٽو ناڪام ٿي چڪو آهي. هِن ملڪ کي صرف اسان ئي هلائي سگهون ٿا. گذريل پنجن سالن ۾ ملڪ جي هر شي ڪتن جي ور چڙهي وئي آهي. ملڪ ۾ وڏو مونجهارو آهي. اسان ئي ملڪ ۾ استحڪام بحال ڪري پرڏيهي طاقتن جو ڀروسو قائم ڪري سگهون ٿا. جيڪڏهن ُپٽو اقتدار ۾ رهيو تہ پوءِ پرڏيهي سيڙپڪاري بند ٿي ويندي. هُو مخالف ڌُر سان مفاهمت ڪرڻ جي ڪوشش تہ ڪندو پر (ڪيسي مان هڪ ڪاغذ ڪڍندي) مخالف ڌُر جي اڳواڻ قاسم خان جو هي خط ڏسو. قاسم خان ُپٽي جو تختو اونڌو ڪري، ملڪ کي چڱن ماڻهن جي رهڻ لائق بنائڻ ۽ امن قائم ڪرڻ لاءِ اسان کي گذارش ڪئي آهي.

آزاد: تنهنجو مطلب واشنگٽن وارا چڱا ماڻهو! (پنهنجن آڱرين کي ميز تي هٽندي) هائو! هائو! مان سڀ سمجهان ٿو. هُن جي غير موجودگيءَ ۾ هي بحث مباحثو بيڪار آهي. (بئي هڪ ٻئي کي چتائي ڏسن ٿا).
آزاد ڪلندي پنهنجي لاءِ هڪ ٻيو جام ناهي ٿو.

سين-١١
ٻاهريون منظر. راولپنڊيءَ جي هڪ گهٽي. شام.

شهر جي هي گهٽي سوڙهي ۽ ڊوڙ سان ڀريل آهي. ڀر واري روڊ تي هلندڙ ٽريفڪ جو آواز ڪن ٻوڙا ڪندڙ آهي. هڪ اسڪوٽر رڪشا هڪ عام رواجي اپارٽمينٽ آڏو بيهي ٿي. لِلِي ۽ هڪ ٻي عورت رڪشا مان ٻاهر نڪرن ٿيون. ٻئي جڻيون رڪشا جي واپسيءَ تائين اتي ئي بيهن ٿيون. پوءِ هيڏانهن هوڏانهن نظر ڦيرائي، دلجاءِ ڪري، گهٽيءَ اندر هڪ اپارٽمينٽ ۾ وڃن ٿيون.

سين -١٢

اندريون منظر. هڪ ننڍڙو اپارٽمينٽ. شام.

اپارٽمينٽ جو ٻاهريون دروازو هڪ ٻيٺڪ ۾ کلي ٿو. جيئن ئي لِلِي ۽ سندس ساٿي عورت گهر ۾ داخل ٿين ٿيون ته اڏڙوٿ. گنجو نظر جي عينڪ پاتل هڪ شخص هٿ ۾ لڪڻ کڻي ٻاهر اڳڻ ڏانهن وڌي ٿو.

سين-١٣
ٻاهريون منظر. ننڍڙو اڱڻ. شام.

لِلِي، حبيب (عينڪ پاتل ڪراڙو شخص) جي ڪڍ اڱڻ ڏانهن وڃي ٿي جتي ويهڻ لاءِ قالين ۽ گاديلا وغيره رکيل آهن.
حبيب (هٿ ملائيندي): يلي آئيينءَ منهنجي پياري! (شوڪارو ڀريندي) گهڻي وقت کانپوءِ ملڻ ٿيو آهي.
گهر ڏياڻي مهمانن آڏو شربت رکي واپس وري ٿي.
لِلِي (اچرج ۾): حبيب! منهنجا پراڻا دوست! توکي ڇا ٿي ويو آهي؟ تون تباهه حال ٿو ڏسجين!
حبيب: پاڻ بابت ڳالهائڻ مون ڇڏي ڏنو آهي. لِلِي، ڏس ته ملڪ جي حالت ڪهڙي آهي. (ڪي گهڙيون خاموش رهڻ کانپوءِ) هر شيءِ ٻانوان ڊول ٿي وئي آهي. هي ورديءَ وارا، سيسرَ، هنن رت جي بوءِ سُنگهي ورتي آهي.
لِلِي: پر هُو ته اڄ به مقبول آهي.
حبيب: ها! پر غلط ماڻهن وٽ مقبول آهي.

سين-۱۴
اندريون منظر. ڀُٽي جو مطالعي وارو ڪمرو. شام.

ڀُٽو ڪرسي ۽ ضياء صوفي تي ويٺو آهي.
ڀُٽو: مونکي خبر آهي تہ توڪي وچڙ جي جلدي آهي. آزاد ٻڌايو پئي تہ تون اڄ رات ڪورڪماندرن جي گڏجاڻي ڪوٺائي آهي. ڇو؟
ضياء (ڪن اُپڙا ٿينس تا پر جلد ئي پاڻ سنڀالي وٺي ٿو): سائين! نج عام رواجي گڏجاڻي آهي. عام رواجي.
ڀُٽو: هان! بحرالحال، مون ڇهن ئي شهرن تان مارشل لاءِ ختم ڪري پندرنهن ڏينهن اندر سمورن فوجين کي واپس بيرڪن ۾ موڪلڻ جو سوچيو آهي. مخالف ڌُر سان نهايت سنجيده ڳالهہ ٻولهہ جاري آهي. ڏڪيڙ ختم ٿيندو پيو ڏسجي. کين ڊالر ملڻ بند ٿي ويا آهن. شايد!
ضياء: سائين! اِها تہ سٺي خبر آهي.
ڀُٽو: ايندڙ هفتي آءٌ سڀني ڪورڪماندرن سان خطاب ڪندس. کين منهنجي فيصلي بابت ٻڌايو وڃي. ٺيڪ آهي؟
ضياء: توهان ڪماندرن سان خطاب اسانجي جي - ايڇ - ڪيو ۾ ڪندا؟
ڀُٽو: نہ! هتي! وزيراعظم هائوس ۾. ڇو؟ ڪو مسئلو آهي؟
ضياء: نہ سائين! ڪو مسئلو ڪونهي. پر....
ڀُٽو: ڇئو ڇئو ڇا ڳالهہ آهي؟
ضياء: حالتون ڇڪتاڻ واريون آهن. ٿي سگهي ٿو تہ ڪجهہ جنرل پريشان ٿين.
ڀُٽو : ڇا لاءِ پريشان ٿيندا؟

ضياء: سائين! جڏهن توهان اقتدار سنڀاليو هو تہ هوائي ۽ بري فوج جي سربراهن کي هٽي گهرايو هو ۽ کين ٿڏي تي ئي استعيفا ڏيڻ جو حڪم ڪيو هو.

ڀُٽو (کلندي): مون صحيح ڪم ڪيو هو.

ضياء: بيشڪ! سائين، توهان هميشه صحيح هوندا آهيو.

ڀُٽو: (گنڀير ٿيندي): نہ نہ! مان هميشه صحيح ناهيان هوندو. هي سڀ ڪجهہ تنهنجي فرمانبرداريءَ جي ڪري ٿي آهي. توکان اڳ وارا جنرل بونا پارٽ هئا. سدائين سياستدانن کي چٽ ڪرڻ جون سازشون ٿي سٽيائون. جمهوريت کي تہ موقعو ئي نہ ڏنن. فيلڊ مارشل ايوب، ٿرڙو سدائين چوندو هو (ايوب جي نقل ڪندي) "جمهوريت گرم آبهوا ۾ اُسري سگهي ئي نٿي. جمهوريت لاءِ اسان کي انگلستان جهڙي موسم گهرجي". خدا جي پناهہ!

ضياء منهن ناهي ٿو جڻ ڏند چڪڻ جي ڪوشش ڪندو هجي.

ضياء: دؤر تبديل ٿي چڪو آهي، سائين!

ٻئي ڄڻا ٽهڪ ڏين ٿا.

سين-١٥
ٻاهريون منظر. اڱڻ. حبيب جي دوست جو گهر. شام.

لِلي ۽ حبيب جام پي رهيا آهن.
لِلي: جيڪڏهن اهو سڀ سچ آهي ته پوءِ ڀُٽو گهڻو وقت هلي ڪونه سگهندو.
حبيب: مان به ائين ٿو سمجهان. توکي خبر آهي ته مان... مان نٿو چاهيان ته هن جو تختو اونڌو ٿئي... هر شيءِ جي باوجود به (مسڪرائيندي). ابن الوقت، خوشامدڙيا ڪيس گهيرو ڪري ويا آهن. جي ”مان پيپلز پارٽي آهيان. هي سڀ منهنجا ٻچا آهن“. هنن ٻچن ئي سندس صلاح جي ابتڙ چونڊن ۾ ڌانڌلي ڪرائي.
بادشاهه ڪان وڌيڪ بادشاهه سان سچو ٿيڻ جي ڪئي اٿن. (ڪاوڙ ۾ ايندي) لِلي هو هر حال ۾ چونڊون کٽي ها. تي سگهي ٿو ته وڏن شهرن ۾ ڪجهه سيٽون نه ملن ها پر ٻهراڙي اڳي به گڏ هئس ۽ هاڻي به گڏ اٿس.
هينئر مخالف ڌر ڀُٽي جي ڏکندڙ رڳ تي آڱر رکي آهي ۽ سندس طُفيلي ڪجهه به ڪرڻ کان لاچار آهن. هاڻ معامرو جنرلن وٽ آهي. تي سگهي ٿو ته هن ڀيري ڳالهه بگڙي وڃي.
لِلي: پر ڇو حبيب ؟ ڇو؟
حبيب (تڏو ساهه ڀريندي): ڀُٽي ماڻهن سان آسمان تان تارا پٽي اچڻ جو واعدو ڪيو هو. آتو! لَتو! اَجهو! سيني لاءِ! مونکي ياد ٿو پوي ته جلسن جلوسن ۾ مان ڀُٽي پاران ماڻهن کي ٻڌائيندو هئس ته عوامي حڪومتن اميرن جي محلن ۾ غريبن لاءِ اسڪول ۽ اسپتالون کوليندي (يادگيرين تي کلندي) لِلي، ماڻهن جو اسان ۾ ويساهه هو. ڀُٽو ماڻهن جي اميدن کي پاڻي ڏئي نه سگهيو. هُو ائين ڪري تي سگهيو پر ان لاءِ هڪ انقلاب جي

ضرورت آهي. تنهنجي اخبار ۽ٽي کي پاڪستان جو فديل ڪاسترو ڪوٺيو هو پر ۽ٽو ڪاسترو ڪونهي. آخر ۾ هُن انهن ئي سياستدانن سان راضي ناموڪيو جن کي اسان گڏجي شڪست ڏئي چڪا هئاسين. ۽ٽي عوام کي آسمان تي پهچايو بعد ۾ ڪين پٽ تي ڦٽو ڪري ڇڏيائين. هُن عوام جون اميدون ضبط ڪري ڇڏيون.

لِلِي: [٢] سينٽ ـ جسٽ درست چيو هو!

حبيب: سينٽ ـ جسٽ؟

لِلِي: "جيڪي اڌورو انقلاب برپا ڪندا آهن سي جڙ پنهنجي قبر پاڻ ئي کوٽين!"

حبيب: ماحول تي ٿورڙي نظر ڦيراءِ. آرميءَ ڪانسواءِ ميدان تي ٻيو ڪوبه موجود ڪونهي. هيل ماڻهو ۽ٽي لاءِ مرڻ واسطي روڊن تي ڪونه ايندا. حالتن ۾ اِها ئي اهم تبديلي آئي آهي. جيستائين ووٽ جو سوال آهي تہ ماڻهو ووٽ ۽ٽي کي ئي ڏيندا پر هن لاءِ مرندا؟ پنهنجي سيني تي گوليون کائيندا؟ مان نٿو سمجهان.

---

[٢] سينٽ – جسٽ فرينچ انقلاب جو هڪ اڳواڻ هو.

سين-١٦
اندريون منظر. وزيراعظم هائوس. ڀُٽي جو مطالعي وارو ڪمرو. رات.

ڀُٽي ڪي شلوار قميض پهريل آهي ۽ هو صوفي تي ليٽي هڪ "ٽاپ سيڪريٽ" فائيل پڙهي رهيو آهي. حسين فرش تي ويٺي سندس ٽنگهن ۽ پيرن کي زور ڏئي رهيو آهي. حسين جي منهن تي مرڪ آهي، ڀُٽو فائيل فرش تي اڇلائي، ٻئي هٿ ڪياڙيءَ جي پويان ڪري سوچ ۾ گم ٿي وڃي ٿو. ڀُٽو حسين ڏي نگاهه ڪري ٿو. حسين لاءِ هيءَ حال احوال شروع ڪرڻ جو اشارو آهي.

سين-١٧
اندريون منظر. ملٽري بنگلو. رات.

ماحول ڇڪتاڻ وارو آهي. ضياءَ گڏجاڻيءَ جي صدارت ڪري رهيو آهي. سيني جنرلن "ٽاپ سيڪريٽ/ آپريشن ويل جام، آخري مرحلو" فائيل پڙهي پورو ڪيو آهي. آزاد ۽ افتخار اڻ تڻ ۾ آهن. زمان ڪنور ۽ سرد آهي. نظاميءَ کي بہ آرام ڪونهي. رڳو ضياءَ مڪمل اطمينان سان وينو آهي.
آزاد (فائيل هٿ ۾ ڪٽندي): هي عارضي منصوبو آهي. پر ان عارضي منصوبي جي ضرورت نہ آهي. (ضياءَ ڏانهن نهاريندي) ضرورت آهي، سائين؟ (نقشي ڏانهن اشارو ڪندي) شهرن ۾ هينئر ماٺ آهي، ڀُٽو مخالف ڌر سان مفاهمت ڪرڻ جي موڊ ۾ آهي. اسان کي هن معاملي ۾ ڪڏهن پنهنجا هٿ گندا ڪرڻ جي ڪهڙي لوڙهہ آهي؟ معاملو سياستدانن تي ڇڏي ڏيو.
ضياءَ: مان بہ توسان سهمت آهيان. اقتدار تي قبضو ڪرڻ جو اصل مقصد ماڻهن کي ساهي ڏيڻ آهي. معامرو بلڪل صاف ۽ شفاف نموني اڪلائبو. ڪابہ خونريزي نہ ٿيندي. ٽن مهينن اندر نيون چونڊيون ڪرائي واپس بيرڪن ۾ موٽي اچبو.
آزاد ضياءَ کي سرد نگاهن سان گهوري ٿو.
ضياءَ (ڳالهہ جاري رکندي): تون تہ مونکي چڱيءَ ريت سڃاڻين. ڇا مان اقتدار جو بکيو آهيان؟ ڇا اسان ٽين مارشل لاءِ برداشت ڪري سگهون ٿا؟ پر جنرل آزاد، مهرباني ڪري موقعي جي نزاڪت کي سمجهہ! اسان پنهنجي اکين آڏو بناريفريءَ جي هڪ باڪسنگ مئچ هلندي ڏسون پيا.

افتخار: پر اِها مئچ جهڙوڪ ختم ٿي چڪي آهي ۽ باڪسر پڻ نوان ضابطا جوڙڻ تي راضي ٿي چڪا آهن. اهي سڀ ڪم بنا ريفريءَ جي ٿي ويا! مان جنرل آزاد سان گڏ آهيان. اقتدار تي قبضو ڪرڻ جو ڪو بہ سبب ڪونهي.

زمان (سرد لهجي ۾): ها! اڄ بہ وار ڪرڻ جا ڪافي سبب موجود آهن. وقت بہ ٺيڪ آهي. جنرل آزاد، توکي خبر آهي تہ اسان جي فوج جو ڏاڍو پاڻي ڪٿان ايندو آهي؟ اسان کي جديد هٿيار ڪٿان ۽ ڪنهن جي حڪم سان ملندا آهن؟

آزاد: مونکي خبر آهي. مونکي خبر آهي.

زمان: اُهي هن صورتحال مان خوش نہ آهن. اسان جي فوجي رسد تي پابندي وجهي ڇڏي اٿن.

آزاد: پينٽاگان، واشنگٽن تنهنجو قبلو آهن.

زمان: مان حقيقت پسند آهيان.

آزاد: ڳالهيون تہ دين، اسلام ۽ وطن پرستيءَ جون ڪندو آهين! (ٽهڪ ڏيندي) ڪڏهن ڪڏهن مان سوچيندو آهيان تہ اسان جي فوج پاڪستان جي حفاظت لاءِ آهي يا يونائيٽڊ اسلامڪ اسٽيٽس آف آمريڪا جي حفاظت لاءِ!

ضياء: مهرباني. وڌيڪ بحث نہ ڪريو. سڀاڻي وري ملاقات ڪبي.

سين-١٨
پاهريون منظر. ٽينس راند جو ميدان. راولپنڊي، ڏينهن.

چيري ۽ پال ٽَرنر راند ختم ڪري رهيا آهن. اجا نيرن جو وقت نہ ٿيو آهي ۽ سج ايترو گرم ڪونهي. ٻئي ڄڻا پگهر ۾ پسيا پيا آهن. چيري هڪ داءُ ۾ راند ختم ڪري ٿو. ٽَرنر مشڪي رهيو آهي. ٻئي ڄڻا ڪرسين تي ويهي ٿڌو پاڻي پيئڻ ٿا.
ٽَرنر (ڏند چڪيندي): تون تہ ڪمال جو رانديگر آهين! پر باب، وڏي راند ۾ توکي مات ملندي.
ٽَرنر: مسٽر ڀُٽو جو وقت گذري چڪو اٿئي. واشنگٽن وارا هڙئي همراهہ ڪيس اقتدار مان نيڪالي ڏيڻ گهرن ٿا.
چيري (سڌو ٿيندي) هڙئي؟
ٽَرنر هائوڪار ڪري ٿو.
چيري: پينٽاگان؟
ٽَرنر 'ها' ڪري ٿو.
چيري: ڊفينس انٽيليجنس ايجنسي؟
ٽَرنر'ها' ڪري ٿو.
چيري: اسٽيٽ ڊپارٽمينٽ؟
ٽَرنر ٿورو وقت ترسي ها ڪري ٿو.
چيري هَڪو ٻَڪو ٿي چڪو آهي.
چيري: سي. آءِ. اي؟
ٽَرنر 'ها' ڪري ٿو.
ٽَرنر: تون پلي پنهنجن ذريعن کان معلومات وٺي ڏس، مان سچ ٿو چوان.
چيري خاموش ٿي وڃي ٿو. ٻئي ڄڻا اٿي هلڻ لڳن ٿا .

ٽَرنر: پُٽني کي چئو تہ سياست ڇڏي ڏي. پاڪستان ۾ سندس قصو تمام ٿي ويو آهي. هُن کي وڏي آرام جي ضرورت آهي. بهتر آهي تہ يورپ وڃي آرام ڪري.

چيري: مونکي يقين نٿو اچي. پوءِ جي هو سياست نہ ڇڏي تہ؟

ٽَرنر (ڪلهن کي جهٽڪو ڏيندي): ڪو مسئلو ڪونهي. ورديءَ وارا مسئلي جو ڪونہ ڪو حل ضرور ڪڍي وٺندا. مونکي يقين آهي.

ٻئي ڄڻا گهر ۾ داخل ٿين ٿا.

سين-١٩
**اندريون منظر. وزيراعظم هائوس جي بينڪ. ڏينهن.**

ڪمري جو ماحول پُرتڪلف آهي پر پُٽو غير رسمي انداز ۾ صوفي تي آهليو پيو آهي. پُٽو چيري کي اهڙي نموني سان ڏسي رهيو آهي جو دل ۾ ڪجهه سوچيندو هجي. پوءِ اٿي ڪمري جي هڪ پاسي رکيل سگار ڪٽي اُن کي چڪ هڻي چباڙي ٿو. سگار دکائڻ کان اڳ ۾ چيريءَ ڏانهن منهن ڪري ٿو.
پُٽو: توکي ڪيتري پڪ آهي؟
چيري: منهنجا ذريعا پڪا آهن. توکي خبر آهي.
پُٽو: ڊِس انفارميشن (ڪوڙو اطلاع)؟
چيري: هو جڏهن مونکي استعمال ڪندا آهن تہ مونکي ان جي سُڌ هوندي آهي. هن ڀيري معاملو ڊِس انفارميشن جو ڪونهي.
پُٽو: پر، ڇو؟ ڇو؟
چيري: واشنگٽن سمجهي ٿو تہ تون وَستار جي سگهين ٿو.
پُٽو: (ڪڙي مرڪ مرڪندي): "ڪسنجر واري لعنت!"
چيري پُٽي ڏانهن ڏسي ٿو پر ڪيس اُهو اشارو سمجهه ۾ نٿو اچي.
پُٽو (ڳالهه جاري رکندي): "جيڪڏهن تو پنهنجو ائٽمي پروگرام ختم نہ ڪيو تہ پوءِ توکي هڪ هيبتناڪ مثال ٺاهيو ويندو."
چيري: پوءِ تو جواب ۾ ڇا چيو؟
پُٽو: مان چيو تہ اسان هڪ آزاد ملڪ آهيون. مان هڪ چونڊيل نمائندي جي حيثيت ۾ عوام آڏو جوابدار آهيان.
چيري (کلندي): شيطان! تين دنيا جا ڳوڙ اسان سان اها بولي نہ ڳالهائيندا آهن. پر سوال رڳو هڪڙي ڪسنجر جو نہ آهي. تنهنجي

• دشمنيءَ ۾ هڙئي هڪ تي ويا آهن. سي. آءِ. اي، پينٽاگان، وائيٽ هائوس، اسٽيٽ ڊپارٽمينٽ. تو سڀني کي پنهنجي خلاف متحد ڪري ڪمال ڪري ڇڏيو آهي! سڀئي توکي نيڪالي ڏيڻ گهرن ٿا.
پُٽو (ٺهڪ ڏيندي): ۽ مون تہ هتي بہ مخالف ڌر جي سڀني پارٽين کي متحد ڪري ڇڏيو آهي. ڪڏهن ٻڌو هيئي؟ منهنجي مخالفت ۾ سڄي مخالف ڌر هڪ تي وئي آهي. ڪڪڙ جهڙين اکين وارو مُنڊل، ٻولڙيو پٺاڻ بہ ساڻن جُٽ آهي.
مونسان نفرت اٿس. منهنجي نفرت جو مرض تي پيو اٿس. (اسڪولي ٻارن واري لهجي ۾) توکي خبر آهي تہ هڪ پيري سندس زال مارڪس اينڊ اسپينسر لنڊن ۾ عورتن جا پينٽيزا (اندران پائڻ وارا ڪپڙا) چوري ڪندي جهلجي پئي هئي؟
چيري ڪنڌ ڌوڻيندي کلي ٿو.
پُٽو (ڳالهہ جاري رکندي): مائيءَ کي سزا ملي. ڏنڊ ڀريائين. مڙسهنس پي چيو تہ اها سامراجي-صيهوني سازش آهي (ٻئي ڄڻا ٺهڪ ڏين ٿا).
گهر آئي تہ منهن شرم وچان ڳاڙهيو ٿي ويو هئس.... مڙسهنس جي هڪ بهترين، ايماندار ۽ پراڻي طرز جي جاگيردار دوست، پريس ڪانفرنس ڪندي چيو (نقل ڪندي) "هيءَ عزتدار عورت نيٺ اهڙا ڪپڙا چوري ڇو ڪندي؟ هو اهڙا (عورتن جا اندران پائڻ وارا) ڪپڙا پائيندي ئي ڪونهي؟"
پُٽو (ڳالهہ جاري رکندي): چيري! هُن همراهہ کي اها خبر ڪيئن پئي تہ هيءَ مائي اندران اهڙا ڪپڙا ڪونہ پائي؟ اسان جا مزدور ۽ هاري ان سوال جو جواب گهرن ٿا!
چيري: توکان هڪ سوال پڇان؟
پُٽو (سگار دُکائيندي): آف دي رڪارڊ؟

چيري: بلڪل!
چيري: تون پنهنجن مخالفن کي ذليل ڇو ڪندو آهين؟ تو کين شڪست ڏني، ڇا تنهنجي لاءِ اهو ڪافي نہ آهي؟ اختلاف رکندڙن سان تون دشمنن وارو ورتاءُ ڇو رکندو آهين؟ دشمن بہ اهڙا جن کي هر حال ۾ ناس ڪرڻو آهي، ڇو؟
پُتو ڪجهہ وقت لاءِ سگار جو دونهون ٻاهر ڪڍي ٿو.
چيري: هڪ دوست جي حيثيت ۾ توکان اِهو سوال ڪيو اٿم.
پُتو (نهايت ڳنڀير ٿيندي): سمجهان ٿو تہ منهنجي اندر جيڪو هڪ سنڌي زميندار ويٺو آهي هي ان جو ڪم اٿئي. اسان هڪ خطرناڪ قسم جو زميندار- ملڪيتي طبقو آهيون. جاگيردار. توکي خبر آهي؟ اڄ توکي حيران ڪيان؟ رابرٽ چيري، وقت تي مان پنهنجا سمورا جاگيرداري حق استعمال ڀرڻ ڪيا آهن، Droit de seigneur[۳] بہ.
چيري خاموش آهي.
پُتو (ڳالهہ جاري رکندي): تو منهنجي سوال جو جواب نہ ڏنو مسٽر رابرٽ چيري؟ منهنجي جڳهہ تي C.I.A ڪنهن کي ويهاريندي؟ (چيريءَ کي گهوريندي) دوست! اڄ جواب پرولين ۾ نہ ڏجانءِ.
چيري: پرولين جي گهرج بہ ڪونهي. منهنجي ملڪ جي ماڻهن کي سڃاڻين ٿو. اسان سمجهندا آهيون تہ فوجي آمر ئي آزاد دنيا (Free World) جو بهترين دفاع ڪري سگهن ٿا.
ڏڪ سنڌائتو لڳو اٿس. پُتو حيران آهي، ڪاوڙيل آهي. منهن هيڊو ٿي ويو اٿس. وڏي آواز ۾ ڳالهائي ٿو.

---

(۳) Droit de seigneur فرينچ ٻوليءَ جو اصطلاح آهي جنهن جو مطلب جاگيردار جو راڄ ۾ شاديءَ جي پهرئين رات، ڪنوار سان همبستر ٿيڻ آهي.

ڀُٽو: ناممڪن! مون تہ هر بونا پارٽ کي ختم ڪري ڇڏيو آهي. ضياء منهنجو پنهنجو ماڻهو آهي. سينيئر جنرلن کي ڇڏي ڪيس چيف بڻايم.

چيري سڌو ڀُٽي جي منهن ۾ ڏسي ٿو.

ڀُٽو (ڳالهہ جاري رکندي): تين فوجي آمريت؟ واشنگٽن وارا چريا ٿي ويا آهن ڇا؟ ضياء تہ ڏڏُ آهي.

چيري: دوست! ٻُڌُا! ضياء ڪي پلي تو چيف ناهيو هجي، پر هو ماڻهو تہ فوج جو آهي نہ. بين فوجن وانگر هيءَ فوج بہ پنهنجي ان داتا سان سچي آهي. يعني پينٽاگان. بدلي ۾ فوجي پينٽاگان کي انتظامي پائداريءَ جي ضمانت ڏين ٿا.

ڀُٽو: فوج! فوج سپاهين کانسواءِ تہ ڪجهہ بہ ڪونهي. جنرل وڏيرن ۽ سرمائيدارن جهڙا آهن. هارين ۽ مزدورن کانسواءِ هو بيهي ڪونہ سگهندا. سپاهي مونکي پسند ڪن ٿا. نوي هزار جنگي قيدي هندستاني جيلن مان مون آزاد ڪرايا.

سين-٢٠
اندريون منظر. ضياء جي آفيس جي. ايچ. ڪيو. ڏينهن.

آزاد ڪرسيءَ تي ويٺو آهي. ضياء ۽ آزاد دوستاڻي نموني ۾ ڪچهري ڪندي مشروب پي رهيا آهن.
آزاد: ١٩٧١ع ۾ آرمي ختم ٿي چڪي هئي. بلڪل ختم! جيڪڏهن يُٽو ويهن جنرلن کي سرعام سوريءَ تي لٽڪائي ڇڏي ها تہ عوام بيهي تاڙيون وڄائي ها.
ضياء: تون ڇا ٿو سمجهين. مون کي احساس ڪونهي تہ ڀُٽي اسان لاءِ ڇا ڇا نہ ڪيو؟ پر هاڻي معاملو ڇڙو ذاتي احساسن جو نہ آهي. ائٽمي منصوبي جي ڪري آمريڪي سخت ناراض آهن.
آزاد: ائٽمي منصوبو شروع ڪرڻ لاءِ ڀُٽي تي زور بہ تہ اسان ئي ڀريو هو! زمان چوندو هو. "سائين، هندستان ائٽمي تجربا ڪري ۽ اسان ويهي تماشو ڏسون! ائين نہ ٿيندو". ڀُٽي پوءِ دنيا آڏو اهو ئي دليل رکيو.
ضياء: درست آهي. پر پينٽاگان کي اِها پريشاني آهي تہ ائٽمي هٿيار سويلين حڪمرانن جي ڪنٽرول ۾ آهن. سويلين ڪنٽرول ناپائيدار آهي، ناپائيدار! فورٽ بريگ ۾ هُنن اِها ڳالهہ بہ واضع ڪري ڇڏي هئي تہ سندن صدر بہ اِن معاملي ۾ ايترو آزاد ڪونهي. جنرل بارنيس ڪلندي مون کي چيو تہ "توکي خبر آهي، اسان جي ملڪ ۾ هڪ دائمي نيم مارشل لاء لاڳو ٿيل آهي ۽ ڪنهن کي بہ ان ڳالهہ تي اعتراض ڪونهي."
آزاد: حرامي! سائين. توهان کي خبر آهي تہ سندن هتان واري سفارتخاني جي ملٽري اتاشي ڪرنل شيپهرڊ مون کي مرضيءَ خلاف اغوا ڪري هڪ ڪلاڪ تائين ڪار ۾ پي رلايو؟ توهان کي خبر آهي

تہ هُن ڇا تي ڇيو؟ "جنرل آزاد! تون ضياء جي مخالفت ڇو ٿو ڪرين؟ ڏسين نٿو تہ تنهنجي ملڪ ۾ ڇا ٿي رهيو آهي؟

ضياء حيرت جو ناٽڪ ڪري ٿو.

آزاد (ڳالهہ جاري رکندي): مون هُن لُونڊي کي ڇيو تہ مان پاڪستاني فوج جو هڪ حاضر سروس جنرل آهيان. غير ملڪين سان سياسي ڳالهيون ڪرڻ پسند ناهيان ڪندو. پوءِ هُن ڪلي ڏنو. ڇي "تون ابوجهہ آهين". مون کي حيرت آهي تہ اسان جي ٽاپ سيڪريٽ گڏجاڻيءَ ۾ بحث مباحثي بابت هر راز جي ڪيس سُڌ ڪيئن پئي؟ ڪيئن؟

ضياءِ آزاد هڪ ٻئي کي گهورين ٿا. آزاد مچريل آهي.

ضياء حرفتي انداز اپنائي ٿو. آزاد ٻاهر وڃڻ لاءِ اٿي ٿو تہ ضياء سندس ڪلهي تي هٿ رکي ٿو.

ضياء: ملٽري سيڪيورٽي سڀ کان وڏيڪ اهم آهي. هميشه.

آزاد: سائين. توهان جو ڇا مطلب آهي؟

ضياء: مان ڄاڻان ٿو تہ ٻُڌو توکي پسند آهي. مان بہ ڪيس پسند ڪيان ٿو. پر اسان جي ڳالهہ ٻولهہ بابت ڪيس آگاهہ ڪرڻ جي غلطي نہ ڪجاءِ.

آزاد حيران ٿي وڃي ٿو.

ضياء (ڳالهہ جاري رکندي): تنهنجي هورا ڪورا سمجهي سگهان ٿو. پر جي تو ڪيس ڪجهہ ٻڌايو بہ تہ بہ هو توتي يقين نہ ڪندو. ٻُڌو سمجهندو تہ اسان توکي وٽس موڪليو آهي.

سين - ٢١

پاهريون منظر. ڇپر. وزيراعظم هائوس. ڏينهن.

ڀُٽو: نہ، نہ! باب! ضياء ايترو سياڻو ڪونهي. جيڪڏهن ڪا فوجي بغاوت ٿيندي بہ تہ باغي جنرل خود ضياء کي بہ پاسيرو ڪري ڇڏيندا. ضياء جي اوسي پاسي مون ٿي جنرل... تون هنن کي جمهوري جنرل ڪوٺي سگهين ٿو. افتخار رحمان ۽ سڀ ڪان وڏيڪ، آزاد. هي جمهوري حڪومت جو تختو اونڌو نہ ڪندا.

چيري: جمهوري جنرلن کي بہ آرمي متحد ڪپي. فوج ئي سندن طاقت جو بنياد آهي. فوج ڪانسواءِ هو ڪجهہ بہ نہ آهن. (اٿندي) منهنجا دوست! هو سختيءَ سان تنهنجي ڦيٽاروڪ ڪرڻ وارا آهن.

جواب ۾ ڀُٽو سگار جو دونهون ڪڍي ٿو. چيري واپس ورڻ لاءِ مُڙي ٿو. ڪجهہ دير بيهي واپس وري ٿو.

ڀُٽي جي پويان بيهي سندس ڪلهي کي دوستاڻي انداز ۾ دبائي ٿو.

چيري: هاڻي پنهنجو خيال رک.

ڀُٽو: پريشان نہ ٿي باب. ڪين مونکي چوتيو بنائڻ جو موقعو نہ ڏيندم.

ڀُٽو (ڳالهہ جاري رکندي): تنهنجا ٿورا! (هٿ جي اشاري سان باب کي الوداع ڪري ٿو).

سين-٢٢
اندريون منظر. ڀُٽي جو مطالعي وارو ڪمرو. ڏينهن.

ضياء ڪرسي تي ويٺي سگريٽ ڇڪي رهيو آهي. ڀُٽو پاسي واري دروازي کان ڪمري ۾ داخل ٿئي ٿو. ضياء فوجي انداز ۾ اٿي بيهي ٿو ۽ سگريٽ کي پنهنجي پويان وسائي قالين تي ڦٽو ڪري ٿو. ڀُٽو ضياءَ کي سرد نظرن سان گهوري رهيو آهي. اڳين ملاقات جي پيٽ ۾ هن ملاقات جو ماحول ڪافي ڇڪتاڻ وارو آهي، ڀُٽو ماحول جي رسمي حيثيت تي زور ڏيڻ لاءِ وڏي ميز جي پويان پيل ڪرسيءَ تي ويهي ٿو. ڪجهه دير لاءِ ڪاغذن تي صحيحون ڪندو رهي ٿو. ضياء اُيو بيٺو آهي.
ڀُٽو (هٿ سان ميز جي پرئينءَ پر پيل ڪرسيءَ ڏانهن اشارو ڪندي): جنرل ضياء، ويهي رهه.
ضياء (نماڻائيءَ جو شاهڪار بڻجندي): سائين؟
ڀُٽو: توهان جي ڪالهوڪي گڏجاڻي ڪيئن رهي؟
ضياء (پريشان ٿئي ٿو پر پوءِ پاڻ سنڀاليندي): نج رسمي گڏجاڻي هئي.
ڀُٽو ضياء کي گهوري ڏسي ٿو. نفرت سندس منهن مان بکي رهي آهي.
ڀُٽو: نج رسمي گڏجاڻي؟
ضياء: ها، سائين!
ڀُٽو: هان.........! جنرل سياسي ماحول بابت تنهنجو تجزيو ڇا آهي؟
ضياء: سائين؟
ڀُٽو (آهستي آهستي، اهڙي انداز ۾ ڳالهائي ٿو ڄڻ سامهون ڪو ڏڏُ ويٺو هجي): سوال کي سادو ڪريان ٿو. موجوده حالتن کي ڪيئن ٿو ڏسين؟
ضياء پريشان ٿئي ٿو ڏند ڇڪي ٿو اڦٽ نماڻو نمونو ڪري ٿو.
ڀُٽو: سياست ۾ ڪابه شيءِ ناممڪن ڪونهي.

ضياء: اسان لاءِ ڪي حڪم، احڪام سائين!

ڀُٽو (ضياء کي چتائي ڏسندي): ها! آءُ فوج کي سياست ۾ مداخلت نہ ڪرڻ جو حڪم ڏيان ٿو. آءُ اڄ بہ هن ملڪ کي بچائڻ جوڳو آهيان. پنهنجن توبن جا منهن مون ڏانهن نہ ڪريو.

ضياء: خدا اجي پناهہ! سائين! خدا جي پناهہ!

سين-٢٣
ٻاهريون منظر. وزيراعظم هائوس. ڏينهن.

ڪابينا جا وزير وزارتي ڪارن مان نڪرندي وزيراعظم هائوس ۾ داخل ٿي رهيا آهن. دخل تي بيٺل سپاهي وزيرن کي سلام ڪن ٿا.

سين - ٢۴
اندريون منظر. وزيراعظم سيڪريٽريٽ. ڪابينا جي گڏجاڻيءَ وارو ڪمرو. ڏينهن.

ٻه وڏا ائرڪنڊيشنر ڪمري کي ٿڌو ڪري رهيا آهن. مرڪز ۾ هڪ وڏي، سائي پوش واري ميز پيل آهي جنهن جي چوڌاري ڪرسيون رکيل آهن. سامهون پٽ تي ذوالفقار علي ڀُٽي جي هڪ ننڍي تصوير لڳل آهي. ٻي پٽ تي محمد علي جناح جو هڪ وڏو پورٽريٽ ٽنگيل آهي. ميز جي هڪ ڇيڙي تي گل سينگهاريل آهن. لڳ وزيراعظم جي ڪرسي پڻ پيل آهي. ٻه پٽيوالا سامان جي ترتيب کي حتمي شڪل ڏئي رهيا آهن. ڪوپ، ساسرون ۽ وڏا گلاس ميز تي رکجي چڪا آهن. دروازو کلي ٿو ۽ ڪابينا جا وزير ڪمري ۾ داخل ٿين ٿا. پٽيوالا وزيرن کي سلام ڪري ٻاهر نڪري وڃن ٿا. وزير موصوف وزير اعظم جي ڪرسيءَ جي ٻنهي پاسن کان پيل ڪرسين تي ويهن ٿا. وزيرن کي پيپلز پارٽيءَ جي گرميءَ کي موسم واري وردي (ڳاڙهين لڪيرن واري سفيد پتلون ۽ ان سان ٺهڪندڙ بشيٽ) پهريل آهي.

تاريخ: ٢٩ جون، ١٩٧٧ع.

ڀُٽو ڪمري ۾ داخل ٿئي ٿو. راشد (سندس سياسي معاون) ڀُٽي جي پويان ڪمري ۾ داخل ٿئي ٿو. سڀ ادب ۾ اٿي بيهن ٿا.
ڀُٽو: تشريف رکو.
سڀئي ويهن ٿا.

ڀُٽو (ڳالھ جاري رکندي): اجوکي گڏجاڻيءَ ۾ صرف ھڪ ئي نڪتي تي بحث ٿيندو. حالتون اڻ موڙ نھج ڏانھن وڌي رھيون آھن. راشد اوھان کي تازي صورتحال بابت احوال ڏيندو.
راشد ڪاغذن کي سھيڙي اٿي بيھي ٿو.
راشد: مخالف ڌُر جي بائيڪاٽ باوجود اسان نئين قومي اسيمبلي ڪوٺائڻ جو فيصلو ڪيو آھي. وڪ وڌائڻ جو وقت اچي ويو آھي.
ڀُٽو (پاڻي پيئندي): مخالف ڌر جي بائيڪاٽ کي وساري ڇڏيو. ڪين اعتماد ۾ وٺڻو آھي تہ ڪنھن بہ ڌُر طرفان اڳواٽ شرطون طيءَ ڪرڻ کانسواءِ جلد ئي ملڪ ۾ نيون چونڊيون ڪرايون وينديون. اڪبر کي آن مانڊ ورائي وجي ٿي. ٻيا وزير پڻ حيران آھن ڇاڪاڻ جو ڀُٽي جو ھي بيان اڳين بيانن جي ابتڙ آھي.
اڪبر (سڌو ڀُٽي جي منھن ۾ ڏسندي): ذلفي! ھڪ مسئلو آھي.
ڀُٽي جي منھن مان صاف ظاھر آھي تہ اڪبر پنھنجي حيثيت کان وڌيڪ ڪا ڳالھ ڪئي آھي.
اڪبر معافي وٺڻ واروئي آھي تہ...
ڀُٽو (ڪاوڙيل): تنھنجي جوءِ سان سُتو آھيان ان لاءِ مون کي ذلفي ڪوٺڻ جي جرئت ڪيئي اٿئي.

ماٺ.

ڀُٽو پاڻي پيئي ٿو.
اڪبر (شرم وگھي سڪتي ۾ ورتل. ٻتِ ٻتِ ڪندي): ڪا... ڪا ڳالھ ڪونھي. سائين! مون کي معاف ڪريو.

مات.

وِسڪي: سائين!
پُٽو وِسڪيءَ ڏانهن نهاري ٿو.
وِسڪي (ڳالهه جاري رکندي): ادب سان عرض رکجي ٿو تہ... تہ...
پُٽو: ڇا آهي؟ ڳالهاءِ.
وِسڪي: سائين، منهنجي ڳالهہ بولهہ اڪثر عام ماڻهن سان، غريبن سان، مون جهڙن غريبن سان، توهان جي حامين سان ٿيندي رهندي آهي.
پُٽو پرون کُنجهي ٿو. هٿ سان وِسڪيءَ کي جلدي ڳالهہ پوري ڪرڻ جو اشارو ڪري ٿو. وِسڪي پگهر ۾ پسيو پيو آهي. لهجو حرفتي ۽ منڌل اٿس. ڳالهائڻ وقت پُٽي سان اکيون نٿو ملائي سگهي ۽ ٽڪ ٻڌي سامهون واري پٽ کي ڏسي رهيو آهي.
وِسڪي: سائين! اسان جا حمايتي چاهين ٿا تہ اسان مضبوط بيٺا رهون. ماڻهن جي مرضي آهي تہ رجعت پسندن ۽ غدارن کي گهٽي ڏر نہ ملڻ گهرجي. سائين! اسان بلوچ باغين کي آزاد نٿا ڪري سگهون. هُنن اسان جي حڪومت خلاف جنگ ڪئي آهي. هُنن اسان جي فوج ۾....
پُٽو (ڪاوڙ ۾ اچي وِسڪيءَ جي ڳالهہ اڌ ۾ ڪٽيندي): عام ماڻهو؟ غريب؟ ڪنهن جي ڳالهہ تو ڪرين تون؟ انهن پڙون جي جن کي تون شراب پياريندو آهين يا انهن رنڊين جي جيڪي تو واري واحيات هوٽل ۾ تنهنجي بستري تي پيون هونديون آهن؟ وِسڪيءَ جا هٿ خوف ۾ ڏڪڻ لڳن ٿا. هو پنهنجي نڙيءَ ۾ ٿورو پاڻي اوتڻ جي ڪوشش ڪري ٿو.

سين -٢٥
اندريون منظر. ملٽري بنگلو. رات.

ڇهه جنرل هڪ ٽيبل جي چوڌاري ويٺل آهن. ڳالهه ٻولهه ڪجهه وقت کان جاري آهي.
آزاد: ڀُٽي سان ٻه ٻين سياستدانن جهڙو سلوڪ ڪرڻ کپي. ڪالهه ان ڳالهه تي اسان سڀ راضي ٿيا هئاسين. جي هو ٻيهر چونڊون کٽي ٿو ته پوءِ ڪيس ئي وزيراعظم ٿيڻ گهرجي.
زمان ۽ نظامي ڏاڍي مشڪل سان پاڻ تي ضابطو رکي ويٺا آهن. ضياء ٻه اڻ ترڻ ۾ آهي.
زمان (ضياء سان مخاطب ٿيندي) : سائين! توهان آزاد کي عقل سيکاريو. جيڪڏهن ڀُٽي کي وري اقتدار ملندو... (مايوسيءَ ۾ پنهنجو ڪنڌ ڌوڻيندي) ته... تباهي! ڀُٽو وڏي دل وارو ماڻهو ڪونهي. غداريءَ جو مقدمو هلائي اسان کي گوليءَ سان اڏايو ويندو.
آزاد: پوءِ! تنهنجي ڇا صلاح آهي؟
زمان: اقتدار تي قبضو ڪرڻ شرط ئي ڀُٽي کي اڳين جهان اماڻي ڇڏجي. چليءَ جي آلندي وانگر. چونداسين ته ڀُٽي ٻهريان اسان تي گولي هلائي. شهادت جو رتبو ماڻيندو ته سندس حمايتي به خوش ٿيندا.
آزاد (اٿي کڙو ٿيندي) : نفرت انگيز! (نفرت ۾ زمان کي گهوري ٿو). منهنجا جوان ان سفاڪ قتل کي ڪڏهن به قبول نه ڪندا.
زمان: اڄ ڀُٽو مقبول ناهي رهيو. پر اقتدار کان ڌار ٿيندي ئي ڪوڙ هٽڻ، بهانا ڪرڻ شروع ڪندو. پنهنجن ڪرتوتن جا الزام ٻين تي هڻندو. اڄ جيڪي مٿس ڦٽڪار وجهن ٿا، سي سڀاڻي آجيان ڪندس. پوءِ هو اسان

جا سِر اڏائي ڇڏيندو تنهنجو ٻـ. جنرل صاحب! ٻنا دير ڪيس دائمي دنيا اماڻيو وڃي.

ڪجهہ دير لاءِ سيئي خاموش تي وڃن ٿا. سيني جون نظرون ضياء ۾ ڪُتل آهن.

ضياء: مان قتل جي منصوبي کي ويٽو ڪريان ٿو. گولي نـ هلائي ويندي.

زمان (سرد لهجي ۾) : توهان ان فيصلي تي پڇتائيندؤ.

سين -٢٦
اندريون منظر. وزيراعظم هائوس جو ڊائننگ روم (ڪاٺي ڪائٺ وارو ڪمرو). رات.

ڪمرو عاليشان آهي. قالين تي ايراني گلم ۽ شينهن جي کل وڇايل آهي. بخاريءَ جي جاري ۽ ميزن تي ڀُٽي جون دنيا جي مختلف اڳواڻن سان گڏ نڪتل تصويرون پيل آهن. نڪسن، مائو برزنيف، اندرا گانڌي، هنگري- اٽالين نسل جي هڪ رَمٽي هڪ وڏي گلاس ۾ شراب پيئندي ڪمري ۾ پيل شين تي نظر ڦيرائي رهي آهي،اِها لِلي آهي. دروازو کلي ٿو ۽ لِلي اوڏانهن منهن ڪري ٿي، ڀُٽو ڪمري ۾ داخل ٿئي ٿو. ٻئي گرم جوشيءَ سان هٿ ملائين ٿا .
لِلي: هن ڀيري تنهنجي انٽرويو لاءِ آئي آهيان.
ڀُٽو پنهنجي لاءِ هڪ ننڍڙو جام ڀري ٿو.
ڀُٽو: لِلي! مون کي پتو آهي ته تون ڪنهن ڪنهن سان ملندي رهي آهين. هو منهنجو دشمن آهي. ماضيءَ ۾ رهندڙ ماٺهو بيوقوف پوڙهو!
لِلي: تنهنجي دوست مسٽر چيري مون کي ٻڌايو ته اسان جي آزاد دنيا جا اڳواڻ فيصلو ڪري چڪا آهن. ڀُٽي کي نيڪالي ڏيڻي آهي! هنن جو چوڻ آهي... (ڀُٽي ڏانهن نگاهه ڪري ٿي).
ڀُٽو: چيري منهنجي سڀ کان وڏيڪ اهم ڀَٽي کي وساري وينو آهي.
لِلي: مون کي...
ڀُٽو: عوام! منهنجو عوام مون ڏانهن واجهائي رهيو آهي. جيڪڏهن مون کين روڊن تي نڪرڻ جو سڏ ڏنو ته...
دروازي تي هلڪو کڙڪو ٿئي ٿو. حسين ڪمري ۾ داخل ٿئي ٿو لِليءَ کي ڏسي مشڪي ٿو ۽ ڀُٽي ڏانهن وڌي ٿو.

حسين: جنرل توهان جو انتظار ڪري رهيا آهن. پُٽو پنهنجي گهڙيءَ کي ڏسي لِلِي کي ڪنڌ ڏوڻي اشارو ڪري ٿو.

لِلِي: سياڻي؟

پُٽو وڏيون وکون کڻي ڪمري کان ٻاهر نڪري وڃي ٿو.

لِلِي (حسين سان مخاطب ٿيندي): مان هن جي ڪري پريشان آهيان. فوج سندس ضابطي ۾ ڪونهي.

حسين مشڪي رهيو آهي پر جواب ۾ ڪجھ بہ نہ ٿو چوي. هو لِلِي کي ٻاهر ڇڏي اچڻ لاءِ انتظار ڪري رهيو آهي. لِلِي جام ختم ڪري ٻاهر نڪري وڃي ٿي. حسين سندس ڪِڍ وڃي ٿو.

سين-٢٧
اندريون منظر. وزيراعظم هائوس. مطالعي وارو ڪمرو.

ڀُٽي ڪي عينڪ پاتل آهي ۽ هو وڏيءَ ميز جي اوريئن پر ويٺو آهي. ضياء ۽ زمان ايا بيٺا آهن. ڀُٽو جاڻي ٻجهي ڪجهه دير لاءِ هنن کي ائين بيهڻ ڏي ٿو. ڀُٽو منهن مٿي ڪري ٿو.
ڀُٽو: ويهو.
ضياء ۽ زمان ميز جي ٻي پاسي ڪان پيل ڪرسين تي ويهن ٿا.
ڀُٽو (ڳالهه جاري رکندي): مان ٻڌايان ٿو تہ مون سيني ڪور ڪمانڊرن جي گڏجاڻي ڪوٺائي هئي.
ضياء (نڙي صاف ڪندي): سائين! ٻين جنرلن کي پنهنجون پيون مصروفيتون هيون.
ڀُٽو (زمان سان مخاطب ٿيندي): چڱو ٿيو جو توکي هتي اچڻ لاءِ وقت ملي ويو.
زمان (مئل لهجي ۾): سائين ! اوهان سان براهہ راست ملي مون کي هميشه خوشي ٿيندي آهي.
ڀُٽو: مون وٽ گهڻو وقت ڪونهي. پارليامينٽ منهنجو انتظار ڪري رهي آهي. مهرباني ڪري هاءِ ڪمانڊ کي اطلاع ڏيو تہ مان مخالف ڌُر جون سموريون گهرجون مڃڻ لاءِ تيار آهيان. ڪابينا بہ ان فيصلي جي تائيد ڪئي آهي. ٽن مهينن اندر نيون چونڊون ڪرائيندس. توهان کي تہ خوش ٿيڻ گهرجي. فوجون واپس بيرڪن ڏانهن موٽي رهيون آهن. روڊن رستن تان جهيڙو فساد ختم ٿيندو پيو ڏسجي. هر هنڌ امن.

(ڪجهہ وِٿيءَ ڪان پوءِ سگار دکائيندي) يا اوهان کي اهڙا پريشاني ورائي وئي آهي تہ مان وري چونڊون ڪٿي ايندس؟ (ڪلندي) محترم اوهان وچي سگهو ٿا. (جنرل اٿي ٿو).

پُنو: هڪڙي ٻي ڳالهہ! (سرد لهجي ۾) توهانجي فوجين ڪراچيءَ ۾ هڪ بيگناهہ غريب کي گولي هڻي ماري وڌو آهي.

زمان: سائين! هُن ڪرفيو جي ڀڃڪڙي ڪئي هئي.

پُنو: ڪرفيو! ڪرفيو! غريبن کي تہ ان لفظ جي معنيٰ بہ ڪونہ ٿي اچي. هو غريب پورهيت اڪيلي سر پنهنجي ريڙهي ڇڪي رهيو هو. تنهنجي آفيسرن کيس ماري وڌو. اڄ هڪ لک ماڻهن ان غريب جي لاش آڏو احتجاج ڪيو آهي. هڪ لک ماڻهو! ڪراچيءَ جا غريب! منهنجا حمايتي! جنرل، ماڻهو مارينديايتري تڪڙ نہ ڪندا ڪريو.

ضياء: مان توهان جا ويچار هاءِ ڪمانڊ آڏو رکندم، سائين.

سين -٢٨
اندريون منظر. قومي اسيمبلي، جو چيمبر. رات.

اسيمبلي هال جو هڪ پاسو (حڪومتي ڌُر وارو) ڀريل آهي. مخالف ڌر وارين بئنچون خالي آهن ماحول ۾ ڦِڪائي آهي. ويٽل ماڻهو آرس ڀڃي رهيا آهن، اوٻاسيون ڏئي رهيا آهن. هال جون چمڪندڙ بتيون بـ انڌاري کي ختم نـ ٿيون ڪري سگهن. چيمبر ۾ هٿيار بند پوليس وارا پڻ موجود آهن. پريس گيلريءَ ۾ چيري، لِلِي ۽ ٻيا صحافي ويٺل آهن. چيري ۽ لِلِي حال احوال ڪري رهيا آهن. مهمانن جي گيلريءَ ۾ جنرل زمان ۽ خفيـ اداري جا بـ آفيسر موجود آهن. اسيمبليءَ جي پهرين بئنچ تي هڪ طرف کان ڪابينا جا وزير خالد، اڪبر ۽ ٻئي طرف کان وِسڪي ويٺا آهن. ڀُٽي جي سيٽ خالي آهي. وِسڪي هلڪن خمارن ۾ آهي. جيئن ئي گهڙيال ٻارنهن وڄائي ٿو تـ ڀُٽو هال ۾ داخل ٿئي ٿو. کيس موسم (اونهاري) جي مطابق شاندار سوٽ پهريل آهي. وِسڪي اٿي بيهي زوردار تاڙيون وڄائي ٿو. ٻيا آهستي تاڙيون وڄائن ٿا. ڀُٽو مسڪرائي خالد کي ڏسي ٿو ۽ پنهنجي سيٽ والاري ٿو.
اسپيڪر: معزز ميمبرؤ! مان اوهان کي پارليامينٽ جي هن خاص اجلاس ۾ شريڪ ٿيڻ تي ڀليڪار چوان ٿو. مون کي افسوس آهي تـ اسانجي مخالف ڌُر هن اجلاس جو بائيڪاٽ ڪيو آهي. مون کي ياد ٿو پوي تـ اسان جي عظيم شاعر اقبال هڪ ڀيري چيو...
اسپيڪر جون نظرون ڀُٽي جي نظرن سان ٽڪرائين ٿيون. ڀُٽو کيس جلدي ڪرڻ جو اشارو ڪري ٿو.
اسپيڪر (ڳالهه جاري رکندي): مان وزيراعظم جناب ذوالفقار علي ڀُٽو کي خطاب ڪرڻ جي گذارش ڪيان ٿو.

ٽِنو (آهستگيءَ سان پنهنجي جڳهه تان اٿي خطاب ڪرڻ واري جڳهه ڏانهن وڌي ٿو): جناب اسپيڪر ۽ معزز ميمبرؤ! اسان اڄ هڪ ڀيرو ٻيهر سياسي ٻه واٽيءَ تي بيٺا آهيون. هندستان سان ٿيل پوئين لڙائيءَ ۾ جيڪي زخم اسان کي رسيا هئا، تن مان اڃا رت ثمي رهيو آهي. اڃا بنگلاديش، اڀوٽي اوير پاڪستان، جي جبري عليحدگيءَ جا سور جهڪا به نه ٿيا آهن جو وري ملڪ کي ڌمڪيون ملڻ شروع ٿي ويون آهن. اسان جو خواب هڪ اهڙو ملڪ جوڙڻ هو جنهن جي سماجي اوسر جا ماپا يورپ سان برميچجي سگهجن ها. اسان چاهيندا هئاسين، اسان اڄ به هڪ اهڙو معاشرو اڏڻ چاهيون ٿا، جيڪو جهالت، بي علمي، تعصب ۽ رجعت پسنديءَ سان دائمي جُهد ڪندڙ هجي. هڪ اهڙو سماج جنهن ۾ عورت ۽ مرد برابر هجن. اسان عوام جي مجموعي توانائيءَ کي حرڪت ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اسان عوام کي تعليم، صحت جي سهولت، صاف سٿرا شهر، بهتر ڳوٺ ۽ هر شهريءَ کي سندس (پيدائشي حق مطابق) عظمت بخشڻ جو جوکم کنيو. بيشڪ! اِهو سڀ ڪجهه حاصل نه ٿي سگهيو آهي. اسان کي خبر هئي ته اِهي سڀ ڪم ڪرڻ لاءِ تمام وڏي بنيادي تبديليءَ جي ضرورت آهي. اهڙن ڪمن لاءِ هميشه وڏي تبديليءَ جي ضرورت هجي ٿي. مخالف ڌر جي پرتشدد احتجاجن جي ڪري قانون جي بالادستي قائم رکڻ لاءِ اسانکي فوج کي استعمال ڪرڻو پيو. جنهن ڏڦيڙ کي اسان منهن ڏئي رهيا آهيون سو نهايت سنجيده نوعيت جو آهي. نهايت سنجيده! جي هي ڏڦيڙ پيدا ڪندڙ هڙئي عنصر ملڪي هجن ها ته اسان سياڻي، اڄ ئي اِها گڙٻڙ ختم ڪري ڇڏيون ها.

ڪجهه دير جي وِٿي. مڪمل خاموشي.

هينئر ڀُٽو هڪ ويچارڪ حمڪران وارو لهجو ترڪ ڪري، تند ۽ تيز جذبن سان ڀرپور فصاحت وارو انداز اختيار ڪري ٿو.
ڀُٽو (ڳالهه جاري رکندي): اڄ مان ڪاوڙيل آهيان. مون کي خبر آهي ته پرڏيهي طاقتون اسان جي ملڪ ۾ انتشار ڦهلائڻ گهرن ٿيون. هو ماضيءَ مان ڪو به سبق نٿا سکن. اڳي وانگر ئي ماملا هلائي رهيا آهن.

اسيمبلي هال مان رڙيون ٿين ٿيون.

"پرڏيهي طاقتن جا نالا وٺو"
"پر ڏيهي طاقتن جا نالا وٺو"

ڀُٽو (ڳالهه جاري رکندي): اوهان ڄاڻو ٿا، مخالف ڌر وارا ٻه ڪين سڃاڻن ٿا. اُهي جيڪي انتشار ڦهلائڻ لاءِ پنهنجا ڊالر استعمال ڪري رهيا آهن.
چيري (لِليءَ کي ڪن ۾ سرباٽ ڪندي): پڇاڙيءَ جي شروعات ٿي وئي.
لِلي ڏڪاري ٿيندي ڪنڌ ڌوڻي ٿي.
ڀُٽو: مخالف ڌُر وارا ٻاهر سان راند کيڏي رهيا آهن. هو جنرلن کي مداخلت ڪرڻ جون اپيلون ڪن ٿا. تهران واري آمريڪي سفارتخاني ۾ سندن گڏجاڻيون ٿين ٿيون. پراڻن عبوري منصوبن کي قبرن مان ڪڍي اسان جي عوام جي خلاف ڏوهه ڪرڻ جون تياريون ڪري رهيا آهن.
اسيمبلي هال مان "شيم! شيم" جا نعرا بلند ٿين ٿا.
ڀُٽو (ڳالهه جاري رکندي): بلڪل! شرم جي ئي ڳالهه آهي. اُهي جن جو فرض اسان جي ملڪ جي حفاظت ۽ سرحدن جو بچاءُ ڪرڻ آهي، سي

پرڏيهي سفيرن سان ملاقاتون پيا ڪن. اِها اسان جي اندروني معاملن ۾ ناقابلِ برداشت مداخلت آهي. (گيلريءَ ڏانهن نهاريندي) اسان کي ننڍڙو رياست نہ سمجهو! خون خوار ڪتا منهنجي ڪڍ آهن. منهنجي خون جا پياسا آهن. هُنن چليءَ ۾ صدر آلندي کي قتل ڪري دهشت ۽ تشدد جو راڄ قائم ڪري ڇڏيو پر ويٽنام ۾ ائين نہ ڪري سگهيا.

زوردار تاڙيون.

چيري (لِليءَ سان ڳالهائيندي): ڀُٽو خود ڪشي ڪري رهيو آهي!

ڪجهہ سفارتڪار هال مان واڪ آئوٽ ڪري وڃن ٿا. جنرل زمان ۽ سندس معاون پڻ انهن سفارتڪارن جي پويان لڳي پون ٿا. ٻيا سفارتڪار ڀُٽي تي (ٽوڪ، ٺٺول واري انداز ۾) کلي رهيا آهن.

ڀُٽو: اسان جي طاقت جو سرچشمو اجيت آهي. عوام! عوام مون ڏانهن واجهائي رهيو آهي. عوام ئي منهنجي طاقت، منهنجو فولادي ارادو منهنجو عزم، منهنجو ضمير، عوام ئي آهي. اسان کي هر شيءِ عوام ئي ڏني آهي. ماڻهن ڪانسواءِ اسان ڪجهہ بہ نہ آهيون. ڪجهہ بہ نہ! جي عوام اسان سان گڏ آهي تہ پوءِ اسان جي مات نہ ٿيندي، ڪڏهن بہ نہ!

هال ۾ ڏگهي وقتيءَ تائين تاڙيون وڄنديون رهن ٿيون.

”چيئرمين ڀُٽو زنده باد!“ جا نعرا گونجن ٿا. ميمبر تازو ئي (پنڪين مان) سجاڳ ٿيا آهن ۽ وڏي جوش ۾ آهن.

ڀُٽو: مان اوهان کي ڪجهہ ٻڌائڻ گهران ٿو.

ڀُٽو ڪجهہ وقت لاءِ خاموش ٿي وڃي ٿو. هال ۾ ويٺل ماڻهو منتظر آهن.

ڀُٽو آهستگيءَ سان پنهنجي کيسي مان ٻن صحفن تي مشتمل، ٽائيپ ٿيل هڪ خط ڪڍي اسيمبليءَ کي ڏيکاري ٿو.

چيري (گُنجهندي) ائين نہ ڪر! منهنجا دوستا ائين نہ ڪر.
لِلي (هڪي ٻڪي ٿي چڪي آهي): صلاحون ڏيڻ جو وقت لنگهي ويو
باب! هاڻي جيڪو ٿيڻو آهي سو ٿيندو!
پُٽو هي خط آمريڪي سيڪريٽري آف اسٽيٽ سائرس وينس لکيو
آهي. سندس اهڙي مجال جو مون کي صلاح ڏي تو تہ ساڻس ملاقات
ڪريان تہ جيئن گڏجي پاڪستان جي سياسي مسئلي جو حل ڪڍون.
جڻ اسان سندن جاگير هجون! اسان جا مسئلا هو حل ڪندو!
هال ۾ وينل ماڻهو حيرت وگهي وڏا ساه کڻن ٿا.
پُٽو (ڳالهہ جاري رکندي): هو مخالف ڌُر, پاڪستان نيشنل الائنس (لفظن
تي زور) پاران اسان سان ڳالهيون ڪرڻ گهري ٿو! منهنجو جواب بلڪل
سادو آهي, نہ!
تاڙين جي گونج.
پُٽو (ڳالهہ جاري رکندي): مان پنهنجي ملڪ جي اقتدار اعليٰ جي
سوديبازي ڪرڻ کان انڪار ڪريان ٿو. (گيلريءَ ڏانهن نهاريندي)
پنهنجي غليظ ڪم لاءِ ڪنهن ٻئي کي ڳوليو! اجا معاملي جو ڇيهہ نہ ٿيو
آهي!

سين-٢٩

پاهريون منظر. سرڪاري عمارت. اسلام آباد. ڏينهن.

ضياءِ زمان هڪ چوديواريءَ مان لنگهي ٻي چوديواري ڏانهن وڌي رهيا آهن. بعضي بعضي پر ٻر بينل عملدارن ڏانهن مسڪرائي ڏسن ٿا ۽ سندن سلام جو جواب ورائن ٿا.

زمان: سندس ڳالهين مان اندازو ٿئي ٿو تہ ڪيس سموري چاڻ آهي.

ضياء: (ڏند چڪيندي): هُن کي شڪ آهي. پر ڪا خبر ڪونہ اٿس.

زمان: پر اسيمبليءَ واري تقرير...

ضياء (ڦوڪون ڏيندي): پريشان آهي، هورا ڪورا اٿس. خبر بہ چڙو ايتري ئي اٿس. وڏيڪ ڪجهہ بہ نہ ٿو ڄاڻي.

زمان: هُو ڪڏهن بہ ايترو اڳتي ڪونہ ويو آهي.

ضياء: (ڏند چڪيندي): آمريڪي بہ تہ ڪڏهن ايترو اڳتي ڪونہ ويا آهن.

زمان: سائين، ڀُٽي بابت توهان جو اندازو درست ڪونهي.

ضياء: مان ائين نٿو سمجهان.

زمان: سائين، ڪيس اڳئين جهان اماڻڻ گهرجي.

ضياء: نا خطرو پيدا ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن ماڻهو ڀُٽي خاطر روڊن تي نڪري آيا تہ پوءِ ڏچو ٿي ويندو.

زمان: عوام جو روڊ تي اچڻ معنيٰ گهرو ويڙهہ. فوج پڻ ڪنٽرول مان نڪري ويندي. سپاهي عام ماڻهن تي گولي هلائڻ کان انڪار ڪندا. آزاد ڪيرِاهو اندازو آهي.

ضياء: بلڪل ائين ئي آهي. پر سوال اِهو آهي تہ ڇا عوام روڊن تي ايندو؟ ٿي سگهي ٿو تہ ڀُٽو عوام کي روڊ تي نڪرڻ جي سڏي سنئين اپيل

ڪري، پر يُتو ائين نہ ڪندو. هو مخالف ڌُر سان "ڊيل" تي پاڙي رهيو آهي. يُتي ڪيِ اها پڪ بہ نہ آهي تہ ماٺهو سندس سڏ تي ٻاهر نڪرندا بہ يا نہ.

زمان: پر جي ماڻهو ٻاهر نڪتا تہ پوءِ معامرو حد کان وڌي بہ سگهي ٿو.

ضياء: يُتو بہ سمجهي ٿو تہ معامرو حد کان وڌي سگهي ٿو تنهنڪري هو حرفت مان ڪم وٺندوءِ عوام کي روڊن تي نڪرڻ جو سڏ نہ ڏيندو پر حرفتي معامرن ۾ اسان ڪائنس وڌيڪ تربيت يافتہ آهيون.

ضياء (ڳالهہ جاري رکنديءِ): اصل خطرو مٿان کان آهي. هوائي فوج. هوائي فوج جا چيف يُتي کي پسند ڪندا آهن. اسان کين "آپريشن ويل جام" بابت اعتماد ۾ بہ ناهي ورتو. فرض ڪر تہ کين اسان جي منصوبن بابت ڪا ٻڙڪ پئجي وڃي ٿي تہ؟ اسان جي ٽينڪن تي بم بہ وسائي سگهن ٿا. ائين ٿيڻ نہ ڏنو وڃي!

زمان: هوائي حملو؟ اِهو تہ ناممڪن آهي سائين!

ضياء (سر ٻاتن ۾): اِهو بلڪل ممڪن آهي!

سين -٣٠

اندريون منظر. ڪابينا جي گڏجاڻيءَ وارو ڪمرو. رات.

دروازو هوريان هوريان کلي ٿو. وِسڪي پير پير ڪٽندو پنهنجي سيٽ تي ويهي ٿو. پُنو ڳالهائڻ ۾ مصروف آهي ۽ ڪيس وِسڪيءَ جي دير سان اچڻ جو پتو نٿو پوي. وِسڪيءَ ڪي ڪمري ۾ ايندي ڪنهن بہ نہ ڏٺو آهي.

ڪابينا جو اجلاس جاري آهي.

سين - ٣١
ٻاهريون منظر. روڊ. ڏينهن.

هڪ فوجي لموزين ڪار ملٽري انٽيليجنس هيڊڪوارٽر ڏانهن ڊوڙي رهي آهي. ڪار ۾ ضياءُ ويٺو آهي.

سين - ٣٢
ٻاهريون منظر. ملٽري هيڊڪوارٽر. ڏينهن.

پنجئي جنرل موجود آهن. ضياء وڏيون وڏيون وکون کڻندو اچي ڪمري جي دخل وٽ بيهي رهي ٿو.
ضياء (ڳنڀير ۽ تاٿيل لهجي ۾): جنرل! اسان وٽ باقي ٿورو وقت وڃي بچيو آهي. حملو اڄ رات ٿي ڪبو. "آپريشن ويل جام ايٽ زيرو هاؤر."
آزاد: ڪهڙي بيهودگي آهي؟ مان هينئر ئي لاهور کان موٽيو آهيان. شهر پرسڪون آهي!
ضياء: بلڪل درست اطلاع آهي. پر ڇا توکي خبر آهي تہ اِهو معاهدو ڪهڙي بنياد تي بيٺل آهي؟ هڙتي بلوچ غنڊا هينئر يا اليڪشن کان ٿورو وقت اڳ ۾ آزاد ڪيا ويندا. خبر اٿئي تہ ان جو ڪهڙو اثر ٿيندو؟ (ملڪ سان) بغاوت ڪرڻ کي قانوني شڪل ملي ويندي. هنن اسان جي رياست سان ويڙهہ ڪئي آهي. سندن آزدي اسانجي ناقابل برداشت بيعزتي آهي.
آزاد: توهان جي ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي وئي! پر فوجي بغاوت؟ ضرورت کان وڌيڪ رد عمل ڏيکارڻ! سائين. جيڪو عمل جمهوريت جي ڏني وائني پيچڪڙي هجي. مان تنهن جو حصو نہ ٿيندم.
زمان: ماٺهو چوندا تہ اسان سياستدانن جي وچ ۾ طيء ٿيندڙ راضي نامي کي روڪڻ جي ڪري رهيا آهيون.
ضياء: هاڻي اسان جي ملڪ جي سلامتي داءَ تي لڳل آهي. اسلامي جمهوريہ جي نگهبانن جي حيثيت ۾ مذهب ۽ ملڪ جي حفاظت اسان جو فرض آهي. پاڪستان نهيو بہ ان لاءِ ئي هو. اسان اسرائيل وانگر هڪ نظرياتي رياست آهيون. اسرائيل مان يهوديت کي ڪڍي ڇڏبو تہ

اسرائيل ٻڌي پٽ پوندو. پاڪستان مان اسلام کي ڪڍي، ملڪ کي سيڪيولر رياست ٺاهيو تہ پاڪستان بہ ٻڌي پوندو. پاڪستاني فوج ئي پاڪستان آهي.

آزاد: ڳالهہ هاڻي واضع ٿي وئي! تون مُلن جي ڪٽ پتلي بڻجي ويو آهين. اردن وارو[٤] ڪارو سيپٽمبر ياد اٿئي؟ جڏهن فلسطينين جو قتلام ڪرڻ لاءِ شاهہ حسين جي مدد ڪئي هيئي تڏهن توکي اسلام ياد ڪونہ آيو؟

زمان: وات بند ڪر! هيءَ اسان جو چيف آهي!

ضياء: (سانتيڪو ٿيندي) : اوهان کي خبر آهي تہ ڪُٿي اسان سيني کي نوڪرين مان ڪڍڻ لاءِ ڪابينا جي منظوري وٺي ڇڏي آهي؟

آزاد، رحمان ۽ افتخار هَڪا ٻَڪا ٿي وڃن ٿا.

آزاد: ڪهڙو ثبوت آهي؟

زمان (دروازي ڏانهن وڃي سڏ ڪري ٿو) : ڪرنل! همراهہ کي وٺي اچ.

ڪرنل وِسڪيءَ سميت ڪمري ۾ داخل ٿئي ٿو. آزاد ۽ ٻيا حيرت ۾ پئجي وڃن ٿا. وِسڪي ڪابينا واري گڏجاڻيءَ جي پيٽ ۾ هينئر ڏاڍو پراعتماد لڳي رهيو آهي.

ضياء: منهنجا پيارا جنرل آزاد، هي وٺ ثبوت! سِگهو ئي ڪابينا جي گڏجاڻيءَ مان آيو اٿئي.

---

[٤] ١٩٧٠ع ۾ جنرل ضياء (تڏهن برگيڊيئر) اردن جي شاهہ حسين، اسرائيلي ۽ امريڪي ڏوڪڙن عيوض اردن ۾ قائم ٿيل فلسطيني ريفيوجي ڪئمپ تي هلان ڪئي. هن آپريشن ۾ اٺ هزار فلسطيني شهيد ٿيا. اردن جي آرميءَ اهو آپريشن ڪرڻ کان جواب ڏنو هو. انهيءَ لاءِ پاڪستان آرميءَ کي ڏوڪڙ ڏئي اهو آپريشن ڪرايو ويو.

آزاد: تہ اِهو معامرو آهي! (وِسڪيءَ سان ڳالهائيندي) هوش ۾ آهين يا نہ؟
ڇا هيءَ (ضياء) سچ ٿو چوي؟
وِسڪي: جنرل صاحب! ڇا مون کي پنهنجي سِڀِ پياري ڪونهي جو هتي اچي اوهان آڏو ڪوڙ هڻندس؟ منهنجن ٻنهين ڪنن ٻُڌي کي ٻُڌو آهي. منهنجن ٻنهين اکين اوهان سينيءَ جي برخاستگيءَ جا حڪم ناما ڏٺا آهن. راشد حراميءَ چيو پئي تہ بغاوت جي ڏوهہ ۾ اوهان سيني کي گوليءَ سان اڏائڻ گهرجي. اوهان سيئي سياڻي رات جيل ۾ گذاريندا.
آزاد وِسڪيءَ کي گهوري ٿو. آزاد پڄي پورا ٿي چڪو آهي. نفرت مان منهن ٻي طرف ڪندي وِسڪيءَ کي ٻاهر وٺي وڃڻ جو اشارو ڪري ٿو. سيئي ساڪن بيٺا آهن.
آزاد (مچريل): هن کي هتان دفع ڪريو. مون کان هن جي بانس برداشت نہ ٿي ٿئي.
ضياء ڪرنل کي اشارو ڪري ٿو. ڪرنل وِسڪيءَ کي ٻاهر وٺي وڃي ٿو.
آزاد: مطلب تہ ٻُڌي کي اسان جي ڪرتوتن جي خبر پئجي وئي! مون کي اڳ ئي سمجهي وڃڻ کپي ها. جي اسان مان جند ڇڏائڻ جي ڪري ٿو تہ ٺيڪ ٿو ڪري (زمان سان ڳالهائيندي) تو! مون کي تو ڦاسايو آهي.
ضياء: هاڻي تہ توکي ثبوت ملي ويو. هاڻي تہ قائل ٿي ويو هوندين؟
آزاد ڪوبہ جواب نٿو ڏي.
ضياء (سيني کي ويهڻ جو اشارو ڪري ٿو): زيرو هاور (رات جو ٻارهين وڳي) "آپريشن ويل جام" عمل ۾ ايندو. مان ۽ زمان ٻُڌي کي هٽيڪو ڪنداسين. نظامي باقي رهيل ماڻهن کي جهليندو. ٻُڌي کي هٽيڪو ڪرڻ کان اول سموري ڪابينا، پوليس ۽ سيڪيورٽيءَ جي سربراهن کي گرفتار ڪيو ويندو. ٻُڌي جي گهر ايندڙيا ويندڙ هر قسم جي رابطن کي اڌ رات جو ختم ڪري ڇڏبو. رحمان، تون ڪوئيٽا وڃي صوبي جون

حالتون ضابطي ۾ رکجانءِ. افتخار سرحد ۽ نظامي پنجاب کي سنياليندا.

آزاد: ۽ مان؟ مون کي سفير ڪري آسٽريليا ٿا موڪليو ڇا؟

ضياء (کلندي): جنرل آزاد، توهان تمام اهم ماڻهو آهيو. توکي صوبن جي نگهبانيءَ جي ڪم تي ضايع نٿو ڪري سگهجي. تون هتي رهي آرمرڊ ڪور جي ڪماني سنڀال. انتظامي ذميواريءَ خاطر مڙني ماڻهن کي فوج کان ٻاهر مقرر ته نٿو ڪري سگهجي.

سيئي اتي ويهن ٿا.

ضياء (ڳالهه جاري رکندي): هڪڙي ڳالهه ٻي ٻه! جي ڀٽو اوهان مان ڪنهن کي به پاڻ وٽ گهرائي ته نه وڃجو.

آزاد ڪانسواءِ ٻيا سيئي جنرل نهڪ ڏين ٿا.

سين - ٣٣
ٻاهريون منظر. راولپنڊيءَ جي هڪ گهٽي. رات.

هڪ وڏي ميدان ۾ فوجي ٽرڪ بيٺا آهن. ڏسندي ئي ڏسندي مختلف طرفن کان فوجي سپاهي مڪمل جنگي لباس ۾ نمودار ٿين ٿا ۽ ٽرڪن ۾ سوار ٿين ٿا. فوجين سان ڀريل ٽرڪ هڪ ٻي پويان (ڪانواءِ ۾) هلڻ لڳن ٿا. هڪ هنڌ اِهو قافلو ٻن حصن ۾ ورهائجي وڃي ٿو. فوجي سپاهي ٽرڪن مان لهي رستن تي رڪاوٽون کڙيون ڪري پوزيشن سنڀالين ٿا. هڪ جيپ ڊوڙندي اچي ٿي. ڪرنل ٽپ ڏئي جيپ مان ٻاهر نڪري ٿو. ڪرنل رڪاوٽن ۽ مورچن کي ڏسي دلجاءِ ڪري ٿو. واپس جيپ ۾ ويهي رهيل ٽرڪن ڏانهن وڃي ٿو. سپاهي روڊن رستن تي بيٺل شهرين کي ڀڄائين ٿا. ماڻهن پاران "ڇو؟" جا آواز اٿن ٿا. "حڪمت عملي" جو جوابي آواز ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. اسٽريٽ لائيٽ بند ٿيڻ شروع ٿيون آهن.

۴ جولاءِ ١٩٧٧ع
٩:۴۵ رات.

**سين - ٣۴**

**ٻاهريون منظر. وزيراعظم هائوس. رات.**

رستي تي جيپن ۽ ٽرڪن جو آواز ٻڌجي پيو. فوجي جيپون ۽ بڪتر بند گاڏيون وزيراعظم هائوس جي چوڌاري مختلف طرفن ڏانهن ڊوڙي رهيون آهن. وزيراعظم هائوس گهيري ۾ آهي. ڪنهن ۾ اٽوٽنڊڙ صورتحال ڪي منهن ڏيڻ لاءِ. فوجين سمورن رستن تي رڪاوٽون رکي ڇڏيون آهن. جي. ايڇ. ڪيو. ڏانهن هڪ پيغام موڪليو وڃي ٿو.

آواز: ٽينڪون ۽ سپاهي پوزيشن تي آهن. "چيتو" گهيري ۾ آهي. پيغام ورجائيان ٿو. "چيتو" گهيري ۾ آهي.

وائر ليس مان اينڊڙ آواز: پيغام وصول ٿيو. مبارڪون!

سين -٣٥
ٻاهريون منظر. وزيراعظم هائوس. ڇپر. رات.

هڪڙو ماڻهو ڊڙندي، ٿاٻڙندي، ڊُڪندي، پاڻ لڪائيندي، وزيراعظم هائوس ڏانهن وڌي رهيو آهي. اهو ماڻهو هڪ ڪمري جي دري کڙڪائي ٿو. ٻئي طرف کان حسين نظر اچي ٿو. اهو ماڻهو (وزيراعظم هائوس جو محافظ) وري دري کڙڪائي ٿو. دري کلي ٿي.
محافظ: ادا حسين! ادا حسين!
حسين پنهنجو منهن دريءَ کان ٻاهر ڪڍي ٿو.
محافظ: پُٽي صاحب کي اطلاع ڏي تہ ٽينڪون اچي رهيون آهن. فوجين ارد گرد جي سمورن رستن تي قبضو ڪري ورتو آهي. مونکي پڪ آهي تہ هو هيڏانهن ئي اچي رهيا آهن. خيال ڪجانءِ! مهرباني ڪري خيال ڪجانءِ! فوجين مونکي ڌمڪي ڏني آهي تہ جي مون پنهجي پوزيشن ڇڏي تہ هو مونکي ماري ڇڏيندا!
حسين: واپس وڃ! جلدي ڪر. پٽا! خدا توتي رحم ڪندو.
(دري بند ٿئي ٿي)

سين-٣٦
اندريون منظر. ڪاڏي ڪاٺ وارو ڪمرو. رات.

ڀُتو سگار ۽ برانڊيءَ مان لطف اندوز ٿي رهيو آهي. هو هڪ ڪرسي تي آرام سان ويٺو آهي ۽ سندس پير هڪ اسٽول تي پيا آهن. نصرت صوفي تي ويٺي آهي. دروازو اوچتو زور سان کلي ٿو ۽ حسين ڪمري ۾ داخل ٿئي ٿو. زال مڙس حسين کي اچرج مان ڏسي رهيا آهن.

حسين: ٽينڪون! ٽينڪون! هو اچن ٿا پيا! هڪ محافظ زندگي داءَ تي لڳائي مونکي خبر ڏني آهي.

ڀُتو ڪرسيءَ تان اچل ڏئي اُٿي ٿو.

ڀُتو: اچي ويا حرامي! نصرت، بينظير کي سجاڳ ڪر.

ڀُتو تڪڙو تڪڙو پنهنجي مطالعي واري ڪمري ڏانهن وڃي ٿو.

**سين -٣٧**

ٻاهريون منظر. ملٽري هيڊڪوارٽر. رات.

ضياء، زمان ۽ هڪ ڪرنل جنگي ٽوپيون پائي خودڪار هٿيارن سان ليس هڪ آرمي يونٽ جي همراهيءَ ۾ جنرل هيڊڪوارٽر جي ڏاڪڻ کان هيٺ لهندي نظر اچن ٿا. ٻاهر اڱڻ ۾ فوجي گاڏين جي اچ وڃ سبب گوڙ لڳو پيو آهي. ضياء کي ڏسندي ئي جوان سلامي ڏين ٿا ۽ آفيسر جوش ۾ نعرا هڻن ٿا. ضياء ۽ زمان جيپن ۾ ويهن ٿا. جيپون تکڙي رفتار پڪڙن ٿيون. جيپن جي پوين سيٽن تي هٿيار بند فوجي ويٺا آهن. جيپون جي. ايچ. ڪيو جي اڱڻ کان ٿيندي ويران رستن تي ڊوڙي رهيون آهن.

سين -٣٨
ٻاهريون منظر. گهٽي. رات.

ضياءُ ۽ زمان جي جيپن کي هڪ رڪاوٽ وٽ بيهڻ جو اشارو ملي ٿو. هڪ ميجر جيپن اندر جهاتي پائي ٿو. ضياءُ ۽ زمان کي ڏسي کين سليوٽ ڪري ٿو.
ضياءُ: شاباس ميجر! ڪو مسئلو؟
ميجر (ڏند چڪيندي) : نہ سائين.
ضياءُ زمان جي بنا ڇت واري جيپ ڏانهن منهن ڪندي هڪل ڪري ٿو. رات جي خاموشي ۾ ضياءَ جي هڪل وڏيڪ تيز محسوس ٿئي ٿي.
ضياءُ: جنرل زمان! "چيتو" هٽيڪو آهي. آپريشن "ويل جام" پورو ٿيو. سڀني ڪور ڪمانڊرن کي پيغام پهچايو وڃي.
زمان: حاضر سائين!
جيپ وزيراعظم هائوس ڏانهن رُخ ڪري ٿي.

سين-٣٩

**ٻاهريون منظر. ٽِنّي جي مطالعي وارو ڪمرو. رات.**

ٽِنّو ٽيليفون جو رسيور کڻي ٿو.

ٽِنّو: ضياء جو نمبر ملاءِ. ڇا؟ ڇا؟ ڪڏهن؟

ٽِنّو رسيور کي زور سان هيٺ اڇلائي ٿو. نصرت ڪمري ۾ داخل ٿئي ٿي.

ٽِنّو نصرت ڏانهن نگاهه ڪري ٿو.

ٽِنّو (ڳالهه جاري رکندي): اسانجو رابطو ڪٽي ڇڏيو اٿن. ڪو بہ رابطو ممڪن ڪونهي. گهر کي گهيرو ڪيو بيٺا آهن. نصرت ٽِنّي جي پر سان وڃي ڪيس پاڪر ۾ پري ٿي.

سين-۴۰

اندريون منظر. وزيراعظم هائوس. رات.

هٿيارن سان ليس آفيسرن ۽ سپاهين سان پريل بنا ڇت واريون ٻه جيپون بنگلي جي سامهون اچي بيهن ٿيون. پويان هڪ ٻئي جيپ پُٺي جي مطالعي واري ڪمري ڏانهن وڌي رهي آهي. هر هنڌ فوجي سپاهي بيٺا آهن. زمان ضياءَ کي سليوٽ ڪري ٿو ضيا سلامي وارئي ٿو. سپاهين کي ساڻ ڪري ٻئي ڄڻا ڏاڪڻ ڏانهن وڌن ٿا.

**سين-۴۱**

**اندريون منظر. ڀُٽي جي مطالعي وارو ڪمرو. رات.**

ڀُٽو بيٺو آهي. بينظير سندس ڀر ۾ آهي. نصرت هڪ ڪرسيءَ جي ٻانهين تي ويٺي آهي. حسين هٿ ٻڌيان جهلي در وٽ بيٺو آهي. سندس هٿ ۾ پستول آهي. خوف ۽ پريشاني جي ڪري نصرت جو منهن هيڊو ٿي ويو آهي.

ڀُٽو: هينئر آءٌ ڪابہ بيوقوفي برداشت نہ ڪندس. اوهان ٻئي پهنجن بيڊرومن ۾ وڃو. سامان سهيڙي وٺو. حسين! مونکي خبر آهي تہ تنهنجي هٿ ۾ ڇا آهي؟ ان کي پري ڦٽوڪر. اسان کين ڪوبہ بهانو ڏيڻ نٿا چاهيون. نہ وسار تہ هو ماڻهوءَ کي ٿڏي تي ماري وجهندا آهن.

بينظير (پيءُ جي هٿن کي زور سان پڪڙيندي): بابا! مهرباني ڪري اسان کي هتي بيهڻ ڏيو.

نصرت: ٻن عورتن جي موجودگي بهتر ٿي لڳي. عورتن جي موجودگيءَ ڪري متان (قتل ڪرڻ کان) مڙي وڃن. هو اسان کي قتل تہ ڪونہ ڪندا؟ (لهجو تبديل ٿئي ٿو) ڇا هو واقعي اسان کي قتل ڪندا؟

ڀُٽو: هو منهنجي ڳڌ آهن. اوهان جي نہ. اوهان هتي موجود هونديون تہ انهن کي وڏيڪ شڪار ملي ويندو (بينظير جي پيشانيءَ تي ڀڳرانڙي پائيندي) وڃ! وڃ منهنجا ٻچا! حسين، بينظير کي ڪمري ۾ وٺي وڃ.

بينظير پيءُ کي ياڪر پائي ڪمري مان نڪري وڃي ٿي. حسين بہ هُن جي پويان وڃي ٿو.

ڀُٽو (ڳالهہ جاري رکندي): متان سمجهين تہ ڪو مونکي خطري جو احساس ڪونهي! هي حرامي مونکي ماري بہ سگهن ٿا. پوءِ ماڻهن کي

چوندا تہ مون گرفتاريءَ مهل مزاحمت ٿي ڪئي. جيڪڏهن هو مونکي ماري ٿا وجهن تہ پوءِ دنيا کي سچ ٻڌائڻ لاءِ تنهنجو زنده رهڻ نهايت ضروري آهي. پر جيڪڏهن تون مونسان هوندين تہ پوءِ ٿي سگهي ٿو تہ هو... آهہ! نصرت!

زال مڙس هڪ ٻئي کي ڀاڪر پائن ٿا.

نصرت: اهو سڀ ائين ختم نٿو ٿي سگهي! نٿو ٿي سگهي!

جيپن جي اڱڻ ۾ دخل ٿيڻ جا آواز چٽا ٻڌجن پيا. ڀٽو پاڻ کي نصرت جي ٻانهن کان الڳ ڪري ٿو.

ڀٽو: وري ڏکيا ڏينهن شروع ٿي ويا.

ڀٽو دروازو کولي نصرت کي ڪمري کان ٻاهر ڪڍي ٿو.

**سين-۴۲**

**اندريون منظر. وزيراعظم هائوس. رات.**

ضياء، زمان، ڪرنل ۽ ٻيا فوجي ڊاڪٽيون چڙهي مطالعي واري ڪمري ڏانهن اچن ٿا. ضياء ڪمري جي در وٽ بيهي در کڙڪائي ٿو.

**سين-۴۳**

**اندريون. منظر. ڀُٽي جو مطالعي وارو ڪمرو. رات.**

ڀُٽو مچريل آهي.

ڀُٽو (وڏي آواز ۾): اندر اچو!

ضياء، زمان ۽ ڪرنل ڪمري ۾ داخل ٿين ٿا. ضياء ڀُٽي کي سليوٽ ڪري ٿو.

ڀُٽو (ڳالهه جاري رکندي): غدار! تون آئين سان وفاداريءَ جي حام هڻندو هئين. نانگ! سمجهين اٿو تہ ڇا ڪري رهيو آهين؟

ضياء: سائين معاف ڪجو. حالتن کان مجبور ٿي هي سڀ ڪجهه ڪرڻو پيو.

ڀُٽو: حالتون! مجبور! مخالف ڌر اسان سان صلح ڪرڻ تي راضي آهي. تو ڇڙو سياستدانن کي مفاهمت کان روڪڻ لاءِ هي عمل ڪيو آهي. توهان هڙئي غدار آهيو. بغاوت جا مجرم آهيو.

ضياء: سائين! اسان رڳو آزاد ۽ اڻ ڏريون چونڊون ڪرائڻ لاءِ اقتدار پنهنجي هٿ ۾ ڪنيو آهي، نوي ڏينهن اندر وري چونڊيل حڪومت هوندي! توهان وزيراعظم هوندا ۽ مان وري توهان کي سليوٽ پيو ڪندس.

ڀُٽو: مان اڃا بہ وزيراعظم آهيان. هن ملڪ جي تاريخ جو اڪيلو چونڊيل وزيراعظم. نوي ڏينهن! مذاق ٿو ڪرين؟ تون سمجهين ٿو تہ ماڻهو توکي ايترو وقت برداشت ڪندا!

زمان (اڳتي وڌندي): توهان وزيراعظم هئا! هينئر مارشل لاء لاڳو ڪيو ويو آهي. مهرباني ڪري هي گهر خالي ڪرڻ جي تياري ڪريو.

زمان ڪمري جو دروازو کولي ٿو. سپاهي ڪمري ۾ داخل ٿين ٿا. ڪرنل ڀُتي کي ٻانهن مان جهلي ٿو. ڀُتو ضيا کي گهوري ڏسي ٿو. فوجي ڀُتي کي ڪمري کان ٻاهر وٺي وڃن ٿا.

**سين-۴۴**

اندريون. منظر. وزيراعظم هائوس جو هال. رات.

بينظير ۽ نصرت هڪ ٻي جي ويجهو ويٺيون آهن. ڀُٽو ڊاڪٽر کان هيٺ لهي ٿو. سندس پويان فوجي سپاهي ۽ جرنل آهن.

نصرت (خوفزده): جنرل زمان.

نصرت (ڳالهه جاري رکندي): هِن کي ڪيڏانهن وٺي وڃي رهيا آهيو؟

زمان: گورنمينٽ هائوس راولپنڊي. حفاظتي تحويل. اوهان سڀئي اتي گڏ هوندا.

سين-۴۵
اندريون منظر. ٽي وي اِستوڊيو. ڏينهن.

انائونسرَ منتظر آهن. ضياء ملٽري دستي سميت اِستوڊيو ۾ اچي ٿو. ضياء عورت انائونسر کي بيچين ڏسي کيس آٿت ڏئي ٿو.
ضياء: پريشانيءَ جي ڳالهه ڪانهي. پنهنجو ڪم ڪريو.
انائونسر: اسلام عليڪم. صبح جا ست ٿيا آهن. هڪ خاص اعلان ٻڌو. ملڪ ۾ مارشل لاء لاڳو ڪيو ويو آهي. هاڻي اسان توهان کي ملٽري جي. ايڇ. ڪيو وٺي ٿا هلون جتي چيف مارشل لاء ايڊمنسٽريٽر قوم سان خطاب ڪندو.
ضياء بينچ تي ويهي قوم سان پنهنجو خطاب شروع ڪري ٿو.
ضياء: منهنجا عزيز هم وطنو! اسلام عليڪم. ملڪ ۾ مارشل لاء لاڳو ڪيو ويو آهي. اسان جو آپريشن جنهن جو خفيہ نالو "فيئرپلي" رکيو ويو هو سو آرام سان پڄاڻيءَ تي پهتو. ملڪ ۾ جمهوريت جي واپسيءَ لا بهترين ماحول پيدا ڪرڻ اسان جو اصل مقصد آهي. اوهان آڏو اها ڳالهه واضع ڪجي ٿي تہ جڏهن سياستدان ملڪ کي مشڪل حالتن مان ڪڍڻ ۾ ناڪام ٿيا تڏهن هٿياربند فوج جو ماٺ ڪري ويهي تماشو ڏسڻ هڪ گناه ڪبيره آهي. اسان کي حڪومت ۽ مخالف ڌر جي وچ ۾ ڪوبہ سرچاءُ ٿيندي نظر نہ آيو. ملڪ انتشار جي ڪناري تي پهچي چڪو هو. اسان سياست کان عليحده رهڻ جو جوکم نہ ٿي ڪٺي سگهياسين. اِهو بہ چٽو ڪري ڇڏيان تہ نہ منهنجا ۽ نہ وري فوج جا ڪي سياسي مفاد آهن. نوي ڏينهن اندر آزاد ۽ شفاف چونڊون ڪرائڻ ٿي

منهنجو واحد مقصد آهي. مان اوهان کي يقين ڏياريان ٿو تہ ان شيڊول کان انحراف نہ ڪيو ويندو.

چار هفتن جي وٿيءَ کان پوءِ وارو ماحول

سين-٤٦

ٻاهريون منظر. راولپنڊي. ڏينهن.

پاڪستان جي جهنڊي واري هڪ وڏي لِموزين ڪار رستي تي ڊوڙي رهي آهي. ضياء ڪار جي پوئين سيٽ تي ويٺو آهي. ڪار جيئن ئي ملٽري G.H.Q ۾ داخل ٿئي ٿي ته گيٽ تي موجود سپاهي سلامي ڏين ٿا. ضياء مشڪندي سلامي ورائي ٿو. ضياء جي هر حرڪت مان پاور/ اقتدار ٻَڪي رهيو آهي. ڪار بيهي ٿي. گاڏيءَ جي اڳين سيٽ تي ويٺل ڪرنل هيٺ لهي ضياء لاءِ گاڏيءَ جي دري کولي ٿو. ضياء عمارت ۾ داخل ٿئي ٿو ته اتي بيٺل ٻيا سپاهي به کيس سلامي ڏين ٿا.

**سين-۴۷**

اندريون منظر. ملٽري هيڊڪوارٽر. راولپنڊي. ڏينهن.

٦ آگسٽ ١٩٧٧ع.

زمان، نظامي، افتخار ۽ رحمان هڪ ميز جي چوڌاري پيل ڪرسين تي ويٺا اهن. آزاد موجود نہ آهي. زمان هڪ اردو اخبار کي گهوري رهيو آهي. اخبار جي هڪ سجي صحفي تي ڀُٽي جي تصوير ڇپيل آهي. زمان غائب دماغيءَ واري حالت ۾ ميوو ڪٽڻ وارو هڪ چاقو کڻي اخبار ۾ ڇپيل ڀُٽي جي تصوير جي مٿي ۾ کپائي ٿو. سيئي ويهن ٿا.

نظامي: ڀُٽي کي آزاد ڪرڻ ئي نہ گهرجي ها!

زمان (سرد ۽ ڪاوڙيل): ائين ٿيڻو هو! ائين ئي ٿيڻو هو! (ڪجهہ وقتيءَ جي ماٺ کانپوءِ اخبار ضياء کي ڏيندي) سائين! توهان هيءَ خبر پڙهي آهي.

ضيا نهڪر ۾ ڪنڌ ڌوڻي ٿو.

زمان (ڳالهہ جاري رکندي): توهان کي پڙهڻ گهرجي ها. ساڳئي پراڻي لفاظي. (خبر پڙهي ٿو). ”اسان انسان آهيون. اسان سيئي انسان آهيون. ڇڪون سيني کان ٿينديون آهن. غلطين کان مٿاهين ذات صرف خدا جي آهي. پر منهنجون غلطيون اوهان (عوام) لاءِ هيون. ۽ هُو (فوجي) اِهي غلطيون معاف نٿا ڪري سگهن. مان اوهان کانسواءِ ڇا آهيان؟ ڪجهہ بہ نہ. ان لاءِ ئي اڄ مان اوهان آڏو بيٺو آهيان!“.

بلڪل ساڳيو ڀُٽو آهي... سائين، ڏاڍي چالاڪ تقرير آهي.

ضياء: ماڻهو سڀ ڪجهہ وساري تا ويهن! رڳو مهينو اڳ ئي لاهور مان سوين ماڻهن جا وفد شڪايتون کڻي تي آيا، "اسان جون نياڻيون رستن تي نڪري نٿيون سگهن. ڀُٽي جا غنده مٿن حملا ڪري رهيا آهن". (ڏند چڪيندي). ڀلا اخبار ۾ ڏنل انگ اکر درست آهن؟

افتخار: جڏهن ڀُٽي جو جهاز لٿو تڏهن مان ايئرپورٽ تي موجود هئس. ڳاڙهو ڪارو سائو جهندو هر هنڌ موجود هو. ماڻهن جو تہ ڄڻ سمنڊ اٿلي پيو هو. ڏاڍو دلچسپ منظر هو سائين! گهٽ ۾ گهٽ پنج لک ماڻهو تہ هوندا.

رحمان: اسان کي چونڊون ملتوي ڪرڻيون پونديون. ڀُٽي کي شڪست ڏيڻ لاءِ نوي ڏينهن ٿورا آهن.

ضياء ڪوبہ جواب نٿو ڏي.

رحمان (ڳالهہ جاري رکندي): ڀُٽي کي جيتري دير ڏينداسين هو اوترو مقبول ٿيندو ويندو.

نِظامي: چونڊون؟ ڪهڙيون چونڊون؟

رحمان ۽ افتخار هڪ ٻئي ڏانهن نهارين ٿا.

زمان: چونڊون؟ (وڏا ٽهڪ) چونڊون هاڻ اسان جو مسئلو نہ آهن. (ضياء ڏانهن ڏسندي) سائين. ڀُٽي کي وڌيڪ دير نٿي ڏئي سگهجي.

ضياء (غائب دماغيءَ واري حالت ۾ مُڇون مروٽيندي): جنرل زمان، تنهنجي ڪهڙي صلاح آهي؟

سين -۴۸
اندريون منظر. لاهور. ڪمرو. ڏينهن.

هڪ سادي گهر جو هڪ سادو ڪمرو. وزيراعظم هائوس جي شان شوڪت جي ابتڙ هي ڪمرو بنهه سادو آهي. ايئرڪنڊيشنر ڪونهي، ڪمري ۾ روشني بہ جهڪي آهي. ننڍيون ڪرسيون ۽ فرش تي گاديلا وغيره پيل آهن. هڪ ننڍي ميز تي ٿڌي پاڻيءَ جا جڳ پيا آهن. اڪبر ۽ خالد بيٺي بيٺي اچي مٿي واري هڪ همراهہ سان حالي احوالي تي رهيا آهن جيڪو ڪمري جي هڪ ڪنڊ ۾ فرش تي ويٺو سگار ڇڪي رهيو آهي.
خالد ۽ اڪبر وڏي آنڊ مانڊ ۾ آهن، اقتدار کسجڻ جي ڪري هڪ پيرو پيهر انسان تي پيا آهن، "نان ـ اسٽاپ" ڳالهائي رهيا آهن. ٻنهين کي ٿورڙي ميري ۽ ڊَرَ لڳل سلوار قميض پيل آهي. بعضي بعضي مُنهن تان پگهر اگهي رهيا آهن. ڇت وارو پکو ڪين گهربل ٿڌاڻ مهيا نہ ٿو ڪري سگهي.
خالد: مان توکي اڳئي چيو هو. چيو هو نہ؟ (ٿهڪ ڏيندي) ماڻهن جي پيهہ ختم ٿيڻ جو نالو نہ ٿي ورتو. هر طرف رڳو پارٽيءَ جا جهنڊا هئا. هر هنڌ "باس" کي ڏسي ماڻهن ايترا زوردار نعرا هنيا جو سڄو شهر گونجي اٿيو. "ڀُٽو! ڀُٽو! زنده باد". "اسانجو ڀُٽو زنده باد". "اسان جو ڀُٽو زنده باد".

**سين-۴۹**

**ٻاهريون منظر. هڪ سادو بنگلو. لاهور. ڏينهن.**

ڀُٽو هڪ ننڍي گاڏيءَ مان ٻاهر نڪري ٿو. ٻاهر هڪ ميڙ سندس منتظر آهي. ماڻهو ڀُٽي کي ڏسي نعرا هڻن ٿا ۽ ساڻس هٿ ملائڻ لاءِ پنهنجا هٿ ڀُٽي ڏانهن وڌائين ٿا. هڪ ٻُڍڙي ڀُٽي ڏانهن اچي سندس هٿ چمي ٿي. ڀُٽو ٻُڍڙيءَ کي ڀاڪر پائي ٿو.

**سين –٥٠**

**اندريون منظر. سادو بنگلو. لاهور. ڏينهن.**

ڀُٽو ڪمري ۾ داخل ٿئي ٿو. ڪيس سلوار قميض پيل آهي. وار وڪريل ءِ مُنهن تي ڏرَ چنبڙيل اٿس. ڏاڍو خوش اهي. منهن تي ٿڪَ جو ڪوبہ احساس ڪونہ اٿس. هڪ ٻُڍڙو ميز تي پيل توال ڪٽي برف جي پاٽيءَ ۾ بوڙي ڀُٽي جو مُنهن صاف ڪري ٿو. ڀُٽو ٻُڍڙي جي منهن ۾ نهاري ٿو. اکين ۾ لُڙڪ تري اچنس ٿا. ڀُٽو ان ٻُڍڙي کي ڀاڪر پائي ٿو. ڀُٽي جي دل ڀرجي اچي ٿي. ايتريقدر جو هو ڳالهائي بہ نہ ٿو سگهي.

**سين-٥١**

ٻاهريون منظر. هڪ بنگلو. لاهور.

چيري ميڙ کي تيز ڏيندي اڳتي وڌي رهيو آهي.

**سين-٥٢**

**اندريون منظر. هڪ بنگلو. لاهور. ڏينهن.**

ڀُٽو ويٺو آهي. اڄوڪي جلسي جو تاثر سندس منهن تي لکيو پيو آهي. دروازو کلي ٿو. بيِن وينلن وانگر ميرو ۽ ٽڪل چيري پڻ ڪمري ۾ داخل ٿئي ٿو. ڀُٽو چيريءَ کي ڏسي مشڪي ٿو سندس لهجو پراڻي ڀُٽي وارو آهي. جڻ چيريءَ لاءِ هوا ج بہ وزيراعظم هجي.

ڀُٽو: واهہ! باب چيري! مون سمجهيو پئي تہ هاڻ هُو ماڻهن کي رستن تي اچڻ ڪونہ ڏيندا.

چيري (ڏند چڪيندي): اها ڳالهہ نہ آهي، مونکي تہ لاهور جي گرميءَ چريو ڪري ڇڏيو آهي. تو ۾ ايتري سَگهہ ڪٿان ٿي اچي؟

چيري فرش تي پيل هڪ گاديلي تي آهلي پئي ٿو ۽ وڏي رومال سان منهن تان پگهر اگهي ٿو. خالد پاڻي جو گلاس ڀري اچي ٿو. چيري هڪ ساهيءَ ۾ سمورو پاڻي اندر اوتي ٿو.

چيري: اِهي فوجي سياري ۾ بغاوت ڇونٿا ڪن؟

سيئي ٺهڪ ڏين ٿا.

چيري (ڳالهہ جاري رکندي): مون هينئر ئي پنهنجي ملڪ ڏانهن هڪ خبر موڪلي آهي. "هتايل ليڊر اڄ بہ عوام ۾ مقبول آهي".

سين -٥٣
پاهريون منظر. سادو بنگلو. لاهور.

گهر جي ٻاهران حمايتين جو هڪ ننڍڙو ميڙ موجود آهي. هڪ خانگي ڪار گهر آڏو بيهي ٿي. گاڏيءَ ۾ ٻه باوردي آفيسر، ڪرنل ۽ ميجر، آهن. فوجي ميڙ کي ڏسي پريشان ٿيندي گاڏيءَ مان ٻاهر لهن ٿا.
هڪ حمايتي (آفيسرن ڏانهن ڌمڪيءَ واري انداز ۾ وڌندي): مادر چوت! غدار! هتان ٽري وڃو.
ڪرنل ۽ ميجر پنهنجن پستولن ۾ هٿ وجهن ٿا.
ميڙ (نعرا هڻندي): ڀٽو زنده باد!
ميجر جي مٿي ۾ هڪ پٿر لڳي ٿو.
ڪرنل (ڪاوڙ ۾): هتي وڃو حرامي! وحشي! غنڊا!
ڪرنل ماڻهن کي ڌڪا ڏئي ميجر کي ساڻ ڪري بنگلي ڏانهن وڃي ٿو.

سين-٥٤
اندريون منظر. ڪمرو. بنگلو. لاهور. ڏينهن.

ڪمري ۾ حال احوال ٿين پيا تہ در تي وڏي آواز سان ٺڪ ٺڪ ٿئي ٿي. سيٺي چپ ٿي وڃن ٿا. هڪ پراڻو ساٿي در کولي ٿو ۽ ٻہ آفيسر نمودار ٿين ٿا. ڀُٽي کي ڏسي سندن هٿ پاڻ هرڻو سليوٽ ڪرڻ لاءِ ڪڄن ٿا. پر ستت ئي پاڻ سنڀالي وٺن ٿا. ڀُٽو مشڪي رهيو آهي.

ڀُٽو: ڪرنل! ڇا مسئلو آهي؟

ڪرنل ويٺلن کي گهوري ٿو.

ڀُٽو (ڳالهہ جاري رکندي): توهان اڪيلائيءَ ۾ ملاقات ڪرڻ چاهين ٿو؟

ويٺل ماڻهو هيڏانهن هوڏانهن نڪري وڃن ٿا.

ڀُٽو (ڳالهہ جاري رکندي): ڏٺئي! منهنجي سوچ منهنجن ساٿين لاءِ حڪم آهي.

ڪرنل: چيف مارشل لاء ايڊمنسٽريٽر مونکي توهان ڏانهن موڪليو آهي. توهان وعدي خلافي ڪئي آهي. لاهور وارو جلسو چِٽ ڏيارينديڙ هو.

ڀُٽو: (ڪاوڙ ۾): جيڪو وٽيوَ سو سمجهو! مونکي توهان جي پرواهہ نہ آهي. ماڻهن کي موچڙا هڻي غلام ڪرڻ اوهان جو ڌنڌو آهي. پنهنجي ناڪاميءَ جا الزام مون تي نہ هڻو.

ڪرنل: جنرل توهان سان ملڻ چاهي ٿو.

ڀُٽو: ڪڏهن؟

ڪرنل: سڀاڻي. اوهان کي گذارش آهي تہ رات دير واري جهاز ۾ ايندا ۽ ان ملاقات کي ڳجهو رکندا.

ڀُٽو: سڀاڻي ملاقات ڪندس. توکي ٽپالي ڇورو ڪري موڪليو اٿن. آهين تہ سينيئر آفيسر!

ڪرنل ۽ ميجر ۽ٽي ڪي ڪاوڙ ۾ گهوري واپس تين ٿا.

ماٺهو ڪمري ۾ واپس اچن ٿا.

ۓتو: اجوڪي جلسي ضياء ڪي مچرائي ڇڏيو آهي.

ڪي ٿهڪ ڏين ٿا ڪي "اوهہ"، "اوهہ" جا آواز ڪين ٿا.

ۓتو (ڳالهہ جاري رکندي): مرضي اٿس تہ اڄ رات وارو جهاز پڪڙي ساڻس ملاقات ڪريان.

خالد: ناممڪن، سائين.

ۓتو ڪيس اشارو ڪري صبر ڏياري ٿو.

ۓتو: فرق نٿو پوي، وٽس رڳو نوي ڏينهن ئي تہ آهن. پوءِ ڇا؟

چيري: پوءِ ڇا؟ سوچيندي بہ نفرت ٿي ٿئي!

ۓتو(چيري ڏانهن نگاهہ ڪندي، ڪجهہ وقت سوچ ۾ گم): باب، مونکي خبر آهي تہ تون ڇا ٿو سوچين! هُو چونڊون ملتوي ڪري ڇڏيندو. ممڪن آهي. پر هن لاءِ هڪ خطرو آهي. اسان ڀاڳ جو دٻاءُ مسلسل وڌائيندا پيا اچون. جي چونڊون ملتوي ٿيون تہ عوام غضب ۾ اچي ويندو.

چيري (سوچ ۾ گم): ڀاڳ جي درست استعمال لاءِ توکي هڪ انجڻ جي ضرورت آهي.

ۓتو ڳالهائڻ جي ڪري ٿو تہ چيري ڪيس روڪي ٿو وٺي.

چيري: هڪڙو منٽ بس ڪري، عوام ئي انجڻ آهي!

ۓتو: هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏي مسڪرائي ٿو.

چيري: انجڻ جو پسٽن ڪير آهي؟

وينل ٿهڪ ڏين ٿا. ۓتو پنهنجي دل ڏانهن اشارو ڪري ٿو.

چيري: نيڪ! پرجي پسٽن نہ هوندو تہ ڇا انجڻ ڪم ڪندي؟

ڪمري ۾ ماٺ ڇانجي وڃي ٿي، جيئن ئي وينلن ڪي ان ڳالهہ جي مفهوم جو اندازو ٿئي ٿو تہ سندن منهن ڳنڀير ٿي وڃن ٿا.

سين-٥٥
ٻاهريون منظر. روڊ. فليگ اسٽاف هائوس. سانجهي.

ٻُتو هڪ خانگي ڪار ۾ ويٺو آهي جيڪا فليگ اسٽاف هائوس ڏانهن وڃي ٿي. ڪار ضياءَ جي گهر جي گيٽ تي بيهي ٿي. ڊيوٽي تي بيٺل سپاهي ڪار ۾ اندر جهاتي پائي ٿو ۽ واپس وڃي فون تي ڪنهن سان حال احوال ڪري ٿو. سپاهي واپس اچي گاڏيءَ کي اندر وڃڻ جو اشارو ڪري ٿو. باغ ۾ موجود ٻه مالهي ٻُتي کي چتائي ڏسن ٿا.
بيگم ضياء, مٿي تي پوتي ڍڪي, اڳوٽي وزيراعظم کي ڏسڻ لاءِ ٽيريس تي بيٺي آهي. ڪار پورچ ۾ بيهي ٿي ۽ ڊرائيور گاڏي مان نڪري ٻُتي لاءِ ڪار جو در کولي ٿو. ضياءَ جو فوجي معاون انتظار ڪري رهيو آهي, هو ڪنڌ ڌوڻي ٻُتي کي ڪيڏ اچڻ جو سرسري اشارو ڪري ٿو. ٻُتو گهر ۾ داخل ٿئي ٿو.

سين-٥٦
اندريون منظر. فليگ اسٽاف هائوس. سادو رهائشي ڪمرو. رات.

ڪمري ۾ ضياء جو شاهہ حسين ۽ ٻين آفيسرن سان نڪتل فوٽو پيو آهي، ڀُٽي سان نڪتل هڪ فوٽو بہ ڪمري ۾ موجود آهي. ڀُٽو ڪمري ۾ داخل ٿيندي ئي هيڏان هوڏانهن نظر ڊوڙائي ڏسي ٿو تہ ڇا اهي تصوير اڃا اتي موجود آهي يا نہ. تصوير جي موجودگيءَ تي ڀُٽي کي حيرت ٿئي ٿي. ضياء سندس آڏر ڀاءُ لاءِ اٿي بيٺو آهي. ٻئي ڄڻا هٿ ملائن ٿا. ٻئي ڄڻا ويهن ٿا. ماحول ۾ ڪشيدگي آهي.

ضياء: هن گهر ۾ ٻيهر اچڻ تي خوش آمديد! مونکي افسوس آهي تہ حالتون مٽجي ويون آهن.

ڀُٽو (مشڪندي) : هن ملڪ جي سياست سدائين تڪڙي مٽجندي آهي. مونکي هتي گهرائڻ جو ڪو خاص سبب؟

ضياء (چاٺي ٻُجهي سگريٽ دکائي ٿو) : بس حال احوال ڪرڻا هئا. ڪي مسئلا پڻ آهن.

ڀُٽو (پيروون ڪنجائيندي) : اوهہ!

ضياء: توهان جون تقريرون، خاص ڪري لاهور وار تقرير. خير ... اسان کي توهان مان اها اميد ڪونہ هئي.

ڀُٽو: چو؟ تون ڇا ٿو سمجهين تہ مان چونڊن ۾ حصو نہ وٺندس؟ آخرڪار اسان وٽ ڇڙو نوي ڏينهن ئي تہ آهن.

ضياء: ها. ها. مونکي خبر آهي. پر اسان جي ڪن ماڻهن جو خيال آهي تہ لاهور واري تقرير ۾ توهان گهڻو اڳتي نڪري ويا هئا.

ڀُٽو (ڪاوڙيل پر مزاج ٺنڊو رکندي): تون ۽ تو وارا جنرل. پاڻ کي ذهني طرح تيار ڪري ڇڏيو. جڏهن مون کي آزاد ڪيو ويو هو تہ تڏهن ئي تو کان سوال ڪيو هئم تہ ڇا مونکي اليڪشن مهم هلائڻ جي ڇوٽ آهي؟

ضياء: ها. بيشڪ! ٻين وانگر توهان کي بہ اليڪشن مهم هلائڻ جي آزادي آهي.

ڀُٽو: اوهہ! اِهو ئي تہ مسئلو آهي. جڏهن فوجي منهنجي تقرير ٻڌڻ ايندا تہ پوءِ مان اليڪشن مهم ڪيئن هلائي سگهندس؟ ٻيا سياستدان ڇانهہ پارٽيون ڪن ٿا. پريس ڪانفرنسون ڪن ٿا. مان سڌو عوام سان مخاطب ٿيان ٿو. ووٽ تہ عوام وٽ آهي.

ضياء: مون سدائين توهان جي عزت ڪئي آهي.

ڀُٽو بيزاريءَ مان کلي ڏي ٿو.

ضياء(ڳالهہ جاري رکندي): توهان کي منهنجن لفظن تي اِعتبار ڪونهي. پر مان سچ ٿو چوان. مان توهان کي يقين ڏياريان ٿو.

ڀُٽو (اوچتو ڪاوڙ جو اظهار ڪندي): عزت ٻزت جي ڏنڏي کي ڇڏ! عزت ڪرڻ وارو طريقو واهہ جو اٿئي! رات جو منهنجي گهر تي ٽينڪون چاڙهي! عزت! مان ان کي بغاوت ڪونيان ٿو. اِج تہ کُلي ڳالهايون.

ضياء ڀُٽي کي ڇتائي ڏسي ٿو.

ڀُٽو (ڳالهہ جاري رکندي): مونکي چونڊون کٽيون آهن. تون بہ سمجهين ٿو تہ مان چونڊون کٽي ويندس.اقتدار تنهنجي ٻضي ۾ آهي تنهنڪري تون ڪابہ ڏانڌلي ٿيڻ نہ ڏيندين!!! پر مان پوءِ بہ سوپارو ٿيندس.

ضياء (ڏند ڇڪيندي): توهان ذرو بہ نہ مٽيا آهيو. ڀُٽا صاحب! منهنجي ڳالهہ ٻڌ. اسان سان بہ ڪي مسئلا آهن. ڪجهہ جنرل پريشان آهن. جيڪڏهن توهان نيڪ خواهشن جو اشارو ڏيندا تہ ڏاڍو سٺو ٿيندو.

توهان لاڙڪاڻي پنهنجي زمينن تي وڃي ڪجهه وقت آرام ڇو نٿا ڪريو؟

ڀُٽي جي منهن تي ڪاوڙ ايري اچي ٿي. ضياء خاموش آهي.

ضياء: هر هنڌ جلسا! ڇو؟ بس اليڪشن تائين آرام ڪريو.

ڀُٽو: هاڻي مونکي سموري ڳالهه سمجهه ۾ اچي رهي آهي. توهان ڪيڏا پريشاني آهي تہ متان عوام گهڻو متحرڪ نہ ٿي وڃي ۽ معامرا پنهنجن هٿن ۾ نہ کڻي، ضابطي مان نہ نڪري وڃي. ڇا تو سمجهين تہ تنهنجون سرعام ڦاهيون ۽ ڦٽڪا عوام کي هيسائي وجهندا؟ اهڙين سزائن سان عوام ماٺ ٿي ويندو جرنل؟ اسلامي سزائون تہ عوام کي هيسائڻ ۾ ضرور ڪامياب وينديون!

ضياء (سخت لهجي ۾): مونکي اهڙي موٽ نہ ڏيو. مون اِها ڳالهہ توهان جي پنهنجي ڀلي جي لاءِ ڪئي.

ڀُٽو: ٿينڪن وانگر؟ ٿينڪون بہ تہ منهنجي ڀلي خاطر ڪاهي آيو هئين؟ جيلن ۾ ماڻهن تي ٿيندڙ وحشياڻو تشدد بہ عوام جي ڀلي خاطر آهي؟ راشد ۽ منهنجي پارٽيءَ کي ٻين ماڻهن کي ڪڏهن آزاد ڪندين؟ هي واحيات اليڪشن منهنجي لاءِ رڪاوٽون رکيل رستي تي ڊوڙڻ وانگر آهي. تون وڌيڪ رڪاوٽون ڪڙيون ڪرڻ گهرين ٿو؟ (پنهنجي زبان ڏيکاريندي) هن زبان کي ئي ڇو نہ ٿو وڍي ڇڏين؟ مونکي پڪ آهي تہ تنهنجا ملان منهنجي زبان وڍڻ کي جائز قرار ڏيڻ لاءِ پاڪ ڪتاب مان ڪونہ ڪو حوالو ضرور ڳولي ڪڍي ايندا. هان؟ مون کان ڇا ٿو چاهين؟ جي پريشان آهين تہ پوءِ مون کي آزاد ئي ڇو ڪيئي؟

ضياء (ڪاوڙيل، اڳوڻو نهٺائيءَ وارو پوش هميشہ لاءِ لهي چڪو اٿس): ڳالهائين ائين ٿو ڄڻ اڄ بہ وزيراعظم هجين! مسٽر ڀُٽو! هڪ ڳالهہ

سمجهي ڇڏ. اقتدار آرميءَ وٽ آهي. اسان پاڪستان ۾ اسلامي رياست کي هڪ حقيقت بڻائيندا سين.

ڀُٽو بي يقينيءَ ۾ ڪنڌ لوڏي ٿو.

ضياء: تو سان نرميءَ سان ڳالهائيم! "لاڙڪاڻي وڃ". تو جواب ڏنو. شايد تو کي هڪ ڊگهي موڪل تي پرڏيهه وڃڻ گهرجي. يورپ ۾ تنهنجا ڪيترائي دوست آهن. ڊگهي موڪل تي هليو وڃ.

ڀُٽو (ضياء کي ڏسندي): نوي ڏينهن کان پوءِ ڳالهائيندا سين. جنرل ضياء. ٻڌي ڇڏ! مان اڄ پنهنجي گهر، ڪراچي، وڃي رهيو آهيان. ملڪ ڇڏي هرگز نه ڀڄندس ۽ ٻين سياستدانن وانگر اليڪشن وڙهندس. تون مونکان اهو حق نٿو ڦري سگهين.

ڀُٽو اُٿي ٿو. ضياء سان هٿ ملائڻ کانسواءِ دروازي ڏانهن وڃي ٿو. مُڙي ضياء کي ڏسي ٿو. ضياء ڀُٽي کي ڏسي اٿڻ جي ڪري ٿو پر پوءِ ويٺي ئي ڪنڌ ذوڻي الوداع ڪري ٿو.

ڀُٽو: وري ڳالهائبو! نوي ڏينهن کان پوءِ! ٺيڪ آهي؟ ضياء کي ڏسي ٻاهر نڪري ٿو.

ضياء (پنهنجي پاڻ سان سرٻاٽ ڪندي): مان نٿو سمجهان ته ڪو وري ڳالهائڻ ٿيندو.

سين -٥٧
اندريون منظر. ملٽري G.H.Q ڏينهن.

ڪور ڪمانڊرن جي گڏجاڻي ٿي رهي آهي. آزاد ڪانسواءِ ٻيا سڀئي موجود آهن. افتخار ۽ رحمان اڳ جي پيٽ ۾ وڌيڪ اڻ ترڻ ۾ ڏسجن ٿا.
زمان: اڃا اڳي وانگر تو ڳالهائي. (ڏند چِڪيندي) اڳي وانگر ڪنهن جي ٻڌي ٻه نه ٿو.
ضياء: هُو ڪڏهن ٻه سودي بازي نه ڪندو. ڏکُ ڪائي سياست کي الوداع ٻه نه چوندو. راند مان ايل. بي. ڊبليو ٽيڙ وارو فيصلو ٻه قبول نه ڪندو. بال سان سندس وڪيٽ ڪيرائڻي پوندي. ڪلين بولڊ!
سڀئي ٺهڪ ڏين ٿا.
زمان: سنو ويچار آهي. پر پِچ وٽ بيٺ ڏاڍي سٺي آهي! وڪيٽ ڪيرائڻ ڪونه ڏيندو.
ضياء: پوءِ؟
زمان: بال کي پِچ جي مٿي ۾ هڻڻو پوندو. هڪ ٻئي پويان لڳاتار بمپر.
نظامي: امپائر ٻه اسان جا مقرر ٿيل آهن.

وڏا ٺهڪ، ٿوري دير جي لاءِ خاموشي.

زمان: پِچ کي هر قسم جي سياسي عمل کان الڳ ڪرڻو پوندو. ڪيترائي ڏوهه هٽي سگهجنس ٿا. مثال طور: ڪرپشن، ڪو وڏو مسئلو ڪونهي. اسپيشل ملٽري ڪورٽ ۾ ڪيس هلائيندا سين. سندس ڪي شڪارَ ٿي. ويءَ ٿي وٺي اڇبا. پيروي لاءِ پنهنجن آفيسرن آڏو آٽي

بيهاريس. فيصلو. ڏوهي. سزا (هٿ سان سر قلم ڪرڻ جو اشارو ڪري ٿو).

افتخار: پاڳل ٿي ويو آهين ڇا؟ بدعنواني جي الزام ۾ ڪيس موت جي سزا نٿا ڏئي سگهون.

زمان: پر اسان جي چارج شيٽ وڏندي ويندي. ١٩٧١ع واري تباهي ۽ بنگلاديش واري ڏڦيڙ جو الزام فوج تي هٽي ٿو. اِن وڏي ڏوهه جو الزام مٿس هڻنداسين ته پاڪستان ٽوڙڻ جو ذميوار هو آهي. اِهو بغاوت جو جرم آهي. اسان ائين ڪري سگهون ٿا. خفيه ادران وٽ گهڻو مواد موجود آهي.

نظامي: مهل به آهي.

زمان: بلڪل.

ضياء: بي شڪ! جنگ ۾ مهل جي هميشه وڏي اهميت آهي. غلط مهل تي غلط قدم کڻڻ سان جنگ هارائي به سگهجي ٿي. "ميچ" کٽڻ لاءِ "پچ" جي تياري لازمي آهي. ڪبوائين جيئن زمان ٿو چوي، پر آرام سان. مسئلي جو حل ته زمان درست ڪڍيو آهي. پر طريقه ڪار...؟ وڌيڪ سوچيو.

نظامي: گهڻو سوچڻ لاءِ وقت نه آهي. جيڪڏهن ڀُٽو ائين جلسا ڪندو رهيو ته جلد گهرو ويڙهه شروع ٿي سگهي ٿي. ڀُٽو اڃا ڀهراڙيءَ جي دؤرن تي ناهي نڪتو. جاگيردارن هارين کي ڀيهر ڀنين مان تڙڻ شروع ڪيو آهي. ڪالهه منهنجي ماليءَ جو پاءُ روئي رهيو هو. وڏيري ڀنيءَ تان تڙي ڇڏيو اٿس. چي "وڃي ڀُٽي سميت ڪڏ جي تري ۾ پئو". مون اُهو مسئلو ته حل ڪري ڇڏيو پر...

زمان: اِهو مسئلو عام جام ته ڪونهي.

سين -٥٨
پاهريون منظر. ڪراچي ايئرپورٽ. ڏينهن.

ٻئي جي نئين نڪور ٽويوٽا ڪار بيٺي آهي. ڊرائيور پويون دَرُ کولي ٿو. ٻئي ۾ بينظير گاڏيءَ ۾ ويهن ٿا. ٻئو شيشو لاهي ٿو. گاڏيءَ جي چوڌاري ماڻهن جو ميڙ ڪٺو ٿي وڃي ٿو. ٻئو (شيشي مان) هٿ لوڏي رهيو آهي. بينظير پڻ هٿ لوڏي ٿي. ڪيترائي ماڻهو بينظير کي هٿ لوڏيندي ڏسي خوش ٿين ٿا. ڪار رواني ٿئي ٿي.

سين -٥٩
اندرني منظر. ڀُٽي جي ڪار. ڏينهن.

بينظير: هُن ڇا چيو؟
ڀُٽو ڪوبہ جواب نٿو ڏي.
بينظير (ڳالهہ جاري رکندي): گهر ۾ ماڻهن جي پيهہ لڳي پئي هئي. هاري، مزدور، شاگرد. امان چوي پئي تہ ماضيءَ ۾ بہ اهڙو ئي ماحول لڳو پيو هوندو هو.
ڀُٽو (ٿڪل): ماضيءَ وارو ماحول ڪونهي، بينظير. اِها غلطي نہ ڪجانءِ! هاڻوڪي فوجي حڪومت نئين نموني جي آهي. هي حرامي بي رحم آهن.
بينظير: بابا، هُن ڇا چيو؟
ڀُٽو خاموش آهي، صرف بينظير جي هٿ کي نرميءَ سان دٻائي ٿو.

سين–٦٠

پاهريون منظر. ضياء جي گهر جي ڇپر. فليگ اسٽاف هائوس. صبح سوير.

١٠ آگسٽ ١٩٧٧ع.

هڪ ميز تي پاڻيءَ جا جڳ، پاڪولا، سيون اپ جون بوتلون ۽ بيا مشروب رکيل آهن. ضياء ۽ سندس گهرواري مهمان جا منتظر آهن.

بيگم ضياء: قصو ختم ڪرينس! انتظار ڇوتو ڪرين؟ جي گهڻو وقت وڃائيندين تہ تون پاڻ ختم ٿي ويندين. توکي خبر آهي تہ ماڻهو بازارن ۾ کهڙيون ڳالهيون ڪري رهيا آهن؟ ماڻهو بہ آهن، قبر هڪڙي آهي.

ضياءَ: مهرباني ڪري مهمان آڏو اهڙيون ڳالهيون نہ ڪجانءِ. مشتاق جَجُ آهي.

گهنٽي وڄي ٿي. مشتاق ڪمري ۾ داخل ٿئي ٿو. مشتاق ۽ ضياء ياڪر پائن ٿا. بيگم ضياء مهمان کي سلام ڪري ڪمري مان نڪري وڃي ٿي. مشروب حاضر ڪيا وڃن ٿا.

مشتاق (تعريفي لهجي ۾، پر پنهنجي زبان تي ٿورڙو ضابطو رکندي): چيف مارشل لاء ايڊمنسٽريٽر! واهہ!

ٻئي ٺهڪ ڏين ٿا.

سين-٦١
ٻاهريون منظر. عاليشان حويلي. رات.

هڪ ڪار حويليءَ وٽ بيهي ٿي. چوڪيدار ڪار کي ڏسي گيٽ کولي ٿو. ڪار اندر داخل ٿئي ٿي ۽ چوڪيدار سلام ڪري ٿو. گيٽ بند ٿي وڃي ٿو.

سين - ٦٢

**اندريون منظر. ڀُٽو هائوس. رات.**

هڪ وڏي حويلي. حسين ڀُٽي جو انتظار ڪري رهيو آهي. ڀُٽوءِ بينظير اندر اچن ٿا.

حسين: واپس اچڻ تي ڀليڪار. سنان پاڻي؟ يا مالش؟

بينظير ورانڊي ڏانهن وڃي ٿي. ڀُٽو ڪنڌ ڌوڻي ٿو.

حسين: ڪجهه بہ نہ؟

ڀُٽو ڪنڌ ڌوڻي ٿو. پر حسين کي خبر آهي تہ ڪيس جلد ڪنهن نہ ڪنهن شيءِ جي ضرورت پوندي.

سين-٦٣
اندريون منظر. رهائشي ڪمرو فليگ اسٽاف هائوس. شام.

ضياء ۽ مشتاق اڪيلا آهن.
مشتاق: اسان ڪيس وري کولي سگهون ٿا. ڪيس قانوني عدالت ۾ هلايو ويجي. ڏوهه: قتل
ضياء: (قانوني عدالت ۾ مقدمو هلائڻ ۾) جوکم آهي!
مشتاق: اصل سوگهو ٿي ويندو! مونکي قانون جي خبر آهي.
ضياء: تنهنجو منصوبو آهي تہ سنو پر زمان ان معاملي کي مَرُ جانچي ڏسي.
نيڪ آهي؟
مشتاق: جيڪي جانچ ڪرڻي اتوَ سا ڪيو. قاتلن کي ائين آزاد ڇڏڻ نہ گهرجي! ها يا نہ؟
ضياء: بلڪل نہ!

سين - ٦۴
اندريون منظر. ڪاڏي ڪائڻ وارو ڪمرو. ڀُٽو هائوس. رات.

ڪمري ۾ رکيل سمورو سامان مهانگو ٿو ڏسجي. ساڳ جي ڪاٺيءَ جي ٺهيل هڪ ميز ۽ آرامده ڪرسيون پيل آهن. پاسي واري ڪٻٽ ۾ مهانگي شيشي جو ڪم آهي. ٽيبل تي ٽن ماڻهن لاءِ جام جا گلاس رکيل آهن. فرش تي قالين وڇايل آهن. وزير اعظم هائوس جي پيٽ ۾ هتان جو ماحول وڏيڪ باذوق ۽ عاليشان آهي. ڀُٽو نصرت ۽ بينظير ڪاڏو ڪائي رهيا آهن. حسين ۽ ٻه ٻيا نوڪر هيڏانهن هوڏانهن ڦري رهيا آهن. نوڪرن جي موجودگيءَ کان لاتعلق ٽيندي حال احوال اورجن ٿا. گلاسن ۾ ڪڏهن پاڻي ته ڪڏهن جام اوتجي ٿو. جي ڪا پليٽ خالي ٿئي ٿي ته ان ۾ وڏيڪ ڪاڏو وڌو وڃي ٿو.
نصرت: مان پريشان آهيان. لاڙڪاڻي وڃڻ واري ڳالهه ٻي آهي، پر ڏکهي موڪل تي پرڏيهه وڃڻ واري ڳالهه (سندس چهري تي پريشاني نروار ٿئي ٿي).
ڀُٽو: نوي ڏينهن واري ڳالهه نه وٽيس.
بينظير: ڪيئن نه وٽيس؟
ڀُٽو: مان سمجهان ٿو ته هو چونڊون نه ڪرائيندا! چيريءَ ٺيڪ چيو هو. چيري درست هو.

سين-٦٥

ٻاهريون منظر. ڪراچي. رات.

ٻُتو هائوس جي گيٽ تي ويٺل چوڪيدار ڪرسيءَ تي ويٺو جهوٽا کائي رهيو آهي. اوچتو ٻہ ڪمانڊو مٿس حملو ڪري کيس ٻڌي ڇڏين ٿا.

سين-٦٦

اندريون منظر. ٽِتي جو آرام ڪرڻ وارو ڪمرو. رات.

ٽِتو ۽ نصرت پلنگ تي آرامي آهن

سين -٦٧
ٻاهريون منظر. ڪراچي رات.

٣ سيپٽمبر ١٩٧٧ع.

هڪ فوجي جيپ ۽ ان جي پويان اينڊرفوجي ٽرڪ پُٽو هائوس پرسان بيهن ٿا. اسٽين گنن ۽ مشين گنن سان ليس سادا ڪپڙا پهريل ڪمانڊو ٽرڪ مان لهن ٿا.

سين -٦٨
اندريون منظر. ڀُٽي جو آرام ڪرڻ وارو ڪمرو. رات.

اونده.

ڪرنل ڀُٽي کي لوڏي ننڊ مان جاڳائي ٿو. سيئي بتيون اوچتو ٻري پون ٿيون. ڀُٽو ۽ نصرت حملہ آورن کي ڏسي حيرت مان پلنگ تي ويهي رهن ٿا. ٻارنهن ڪمانڊو ڪمري ۾ گهڙي آيا آهن. نصرت چادر تاڻي پاڻ کي ڍڪي ٿي، ڪمانڊو پلنگ جي چوڌير گهيرو ڪيو بيٺا آهن. ڀُٽو (ڪاوڙ ۾) رڙ ڪرڻ وارو آهي. ته....
ڪرنل: سائين! اسان توهان کي گرفتار ڪرڻ آيا آهيون.
ڀُٽو: وارنٽ ڏيکاريو.
ڪرنل: وارنٽ ڪونهي. ملڪ تي مارشل لاءِ لاڳو آهي.
ڀُٽو: ٻاهر ويندؤ؟ بيگم صاحبہ ڪپڙا پهري.

سين- ٦٩

اندريون منظر. بينظير جو آرام وارو ڪمرو. رات.

بتيون روشن ڪيون ويون آهن. بينظير جي اک کلي ٿي. ڪمري ۾ ڪيترائي هٿيار بند موجود آهن.

بينظير (خوفزده): ڪير آهيو؟ ڪير آهيو؟

سين -٧٠

اندريون منظر. هال. رات

هٿيار بند انتظار ۾ آهن. بينظير ڪمري ڪان ٻاهر اچي هال ۾ بيهي ٿي.

بينظير (هٿيار بندن سان ڳالهائيندي): پنهنجن ڪرتوتن کي ڏسو ته سهي! منهنجي پيءُ هندستان کان نوي هزار سپاهي ان لاءِ آزاد ڪرايا هئا؟

سپاهي (پريشان ٿيندي): محترمہ هي ڪنهن جو گهر آهي؟

بينظير: توکي خبر ڪونهي؟ هي ڀُٽي جو گهر آهي. اوهان جو وزيراعظم. سپاهي هَڪا ٻَڪا ٿي وڃن ٿا. ان وقت ڀُٽو ڪپڙا پائي، ڪمري کان ٻاهر نڪري ٿو. سپاهي بينظير جي آڏو بيهي رهن ٿا.

بينظير: بابا! بابا! توهان کي ڪيڏانهن وٺي وڃي رهيا آهن؟

ڀُٽو (ڏاڪڻ تان ڪيس ڪنپيو وڃي ٿو): پريشان نہ ٿي. ڀائرن کي پر ڏيهہ ۾ ترسي پوڻ جو چئجانءِ.

هٿياربند ڀُٽي کي ڌڪا ڏئي اڳتي وٺي وڃن ٿا. گهر خالي ٿي ويو. حسين ٿيڙ کائي رهيو آهي. سندس منهن ڌڪ لڳڻ سبب رت هاڻو ٿي چڪو آهي.

بينظير: هنن تو تي تشدد ڪيو؟

حسين هاڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻي ٿو.

حسين: مهرباني ڪري بورچيءَ جي پٽ کي ڏسو تہ ڪيس اسپتال موڪليان.

نصرت ڪمري کان ٻاهر نڪتي آهي. هوءَ هيڊي ۽ پورا پورا ٿيل ڏسجي پئي. ماءُ ۽ ڌيءُ وڏي هڪ ٻئي کي ڀاڪر پائن ٿيون. بينظير وڏي آواز سان ۽ نصرت خاموشيءَ ۾ روئي رهيون آهن.

سين - ٧١

اندريون منظر. لاهور جيل جي هڪ ڪوٺڙي. ڏينهن.

ڪوٺڙيءَ ۾ ڪافي اوندهه آهي، صرف هڪ ننڍڙو نيرو بلب ٻري رهيو آهي. ڀُٽو بستري تي ويٺو آهي. ڪرنل ڪوٺڙيءَ ۾ داخل ٿئي ٿو. ڪيس ڏسندي ئي ڀُٽي جي منهن تي طنز ڀري اچي ٿو. ٻاهر سپاهي پريڊ ڪري رهيا آهن.

ڪرنل (هڪ ڪاغذ ڀُٽي جي اڳيان رکندي): هن تي صحيح ڪندؤ؟

ڀُٽو (نفرت ۾): مان خالي چيڪ تي صحيح ناهيان ڪندو.

ڪرنل: جيڪڏهن اسان جو چيو نه وٺندؤ ته پوءِ نتيجا توهان لاءِ تڪليف ده به ٿي سگهن ٿا.

ڀُٽو (ڪاوڙ ۾): ڪمري مان نڪري وڃ! مان توکي برداشت ڇو ڪيان؟ ڪميڻا! مونکي نتيجن جي ڌمڪي نه ڏي. تو سان ڪجهه به نه ڳالهائيندس. مونکي منهنجا وڪيل کپن.

ڪرنل دروازي ڏانهن وري ٿو.

ڀُٽو: اسان ڪٿي آهيون؟ منهنجو مطلب ڪهڙي شهر ۾ آهيون؟

ڪرنل: لاهور.

ڀُٽو: مونکي اندازو ٿي ويو هو. ڪهڙي ڏوهه ۾ وٺي آيا آهيو؟

ڪرنل پنهنجي مٿي کي ڌوڻو ڏئي ٿو. مطلب ته ڪيس ڪجهه به ٻڌائڻ جي اجازت ڪونهي.

سين -٧٢
ٻاهريون منظر. جيل جو اڱڻ. لاهور. ڏينهن.

ڀُٽي جو وڪيل بختيار ڪاغذ ٽيبل تي رکي ويٺو آهي.
بختيار: توهان تي پاڪستان پينل ڪوڊ جي سيڪشن B_١٢٠ هيٺ تي الزام هنيا ويا آهن. پهريون، ١٩٧٤ع ۾ توهان ٻين سان گڏ اڳوڻي قومي اسيمبليءَ جي ميمبر احمد رضا جي قتل جي سازش سٽي. ٻيو ١٠ نومبر ١٩٧٤ع تي احمد رضا سان گڏ ڪار ۾ ويٺل سندس والد احمد خان جي قاتلن جي مدد ڪئي، ٽيون اوهان احمد رضا تي قاتلاڻو حملو ڪندڙن جي مدد ڪئي. سيڪشن ٣٠٢ هيٺ توهان تي خون جو الزام عائد ڪيو ويو آهي.
ڀُٽو (حيران ٿيندي): بڪواس! ڪابہ ذي شعور عدالت انهن بهتانن تي ڪن نہ ڌريندي.
بختيار (نرميءَ سان): سائين، هن سيڪشن ٣٠٢ جي مجرم کي موت جي سزا ملندي آهي.
ڀُٽو: مونکي خبر آهي. هو مونکي ڦيڄارڻ گهرن ٿا. چاهين ٿا تہ گوڏا کوڙي کين رحم جي درخواست ڪريان. وڃي کڏ ۾ پون!

سين-٧٣
ٻاهريون منظر. چبر . فليگ اسٽاف هائوس. سانجهي.

چبر تي ميز ۽ ڪرسيون رکيل آهن. ٽيپ رڪارڊر ۽ نوٽ بڪ ميز تي پيا آهن. چيري ۽ ضياء هڪ ٻئي سان هٿ ملائن ٿا. ڪئميرا جي فليش چمڪي ٿي.
چيري (پرتي ويندڙ ڪئميرا مين کي ڏسندي): اِهو سڀ ڪجهہ ڇا لاءِ ٿيو؟
ضياء: توهان مشهور پرڏيهي صحافي آهيو. (کلندي) توهان طرفان ڪيل منهنجي انٽرويو جي هڪ تصوير اسان جي اخبارن لاءِ بہ گهرجي.
چيري (انٽرويو دوران رسمي رويو رکندي): تہ اِها ڳالهہ آهي. شروع ڪريون؟
ضياء هاڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻي ٿو.
چيري (ڳالهہ جاري رکندي): جيڪڏهن مان پنهنجو ٽيپ رڪارڊر استعمال ڪريان تہ توهان کي غلط تہ نہ لڳندو؟
ضياء: بلڪل.
چيري ٽيپ رڪارڊر چالو ڪري ٿو.
چيري: جنرل ضياءَ. توهان آئين سان وفادار رهڻ جو حلف کنيو هو. توهان هڪ چونڊيل اڳواڻ جو تختو اونڌو ڪري ڇڏيو. توهان نوي ڏينهن اندر چونڊون ڪرائڻ جو واعدو ڪيو. پنج ڏينهن اڳ اوهان وڏيڪ ڇهن مهينن جي مهلت گهري. توهان جا اصل منصوبا ڪهڙا آهن؟
ضياء: ايتريون ساريون گوگليون! اڇا تہ مون پنهنجي بيٽ بہ صحيح جڳهہ تي ناهي رکي (ڏند چڪي ٿو). مان عام سپاهي آهيان، ڪو

سياستدان نہ آهيان. اليڪشني فهرست تيار ڪرڻ، سيني معامرن جي چڪاس ڪرڻ، سيني سياسي ڌرين لاءِ هڪ جهڙن حقن جي حاصلات کي يقيني بنائڻ لاءِ اسان کي وقت درڪار آهي. چوندون پوءِ ٿي ٿينديون.

چيري: ڇا توهان واقعي سمجهو ٿا تہ ڀُٽو هڪ قاتل آهي؟ جيڪڏهن ها، تہ پوءِ هن جي زبردستيءَ ۾ ڪم ڇو ڪيو؟

ضياء: هُو ڏوهي آهي يا نہ. مونکي خبر ڪونهي. فيصلو عدالت ڪندي مان بہ ٻين وانگر ڀُٽي جي سحر ۾ اچي ويو هئس پانيان ٿو تہ توهان تي بہ سندس سحر حاوي رهيو آهي. جڏهن مون اقتدار سنڀاليو تڏهن هُن جا سيئي فائيل ڏٺم. مان منجهي پيس ۽ ٿورڙي نفرت پڻ محسوس ڪرڻ لڳس. ڪابينا جي مڙني وزيرن جا خفيہ فائيل رکيو ويٺو هو. جڏهن اهڙيون ڳالهيون آشڪار ٿيون تہ مان ششدر ٿي ويس. ههڙو عظيم ماڻهو اِهڙن حقير معامرن تي ايترو ڪريل رويو ڪيئن ٿي رکي سگهيو؟ اهڙي ئي هڪڙي فائيل ۾ لکيو اٿائين تہ "ضياء ڏڏ آهي". مان سندس آرمي چيف هئس ۽ منهنجي لاءِ ائين لکيو اٿائين؟ ٻيا جيڪي مون جيترا سگهارا نہ هئا تن سان ڪهڙي ويڌن ڪئي هوندائين؟ قتل جو ذميوار بہ ٿي سگهي ٿو. ڪجهہ بہ ڪرائي سگهي ٿو.

چيري ٽيپ رڪارڊر بند ڪري، نوٽ بڪ ميز تي رکي چانهہ جي چُسڪي پري ٿو.

چيري: توهان کان 'آف دي رڪارڊ' هڪ ڳالهہ پڇان؟

ضياء: بيشڪ!

چيري: ڇا هن سان اهڙو سلوڪ ڪرڻ ضروري آهي؟ ڪي ٿورا ماڻهو آهن جي قتل جي الزام کي سنجيدگيءَ سان وٺن ٿا. سيني کي خبر آهي

تہ لاهور هاءِ ڪورٽ جو چيف جسٽس ڀُٽي جي آندن ڪان بہ نفرت ڪري ٿو. تنهنجي حساب سان ڇا هي معامرو لاپائٽو ثابت ٿيندو؟

ضياء: غور سان ٻڌ. سياست کي خيرباد چوڻ جي ڳالهہ ڪئي مانس. وڏي موڪل تي پرڏيهہ وڃڻ جي آڇ ڏني مانس. توهان پلي ان کي جلاوطني ڪونيو يا ہيو ڪجهہ. ڪا موت ڏنائين؟ نہ! مغرور شخص. مون کي ائين ٿي هلايائين ڄڻ مان ڪو مَت مُئو هجان.

چيري: اڄ عدالت ۾ سندس ضمانت جي درخواست تي ڪارروائي ٿيندي. ڇا تون ان ڪارروائيءَ کي روڪيندين؟

ضيا: نہ . نہ! مون توکي اڳ ئي چيو تہ فيصلو عدالت ڪندي. (ڏند چڪيندي) جيڪڏهن عدالت ڪيس ضمانت تي رها ڪيو تہ اِها عدالت جي مرضي. هوندو تہ اهو احمقاڻو فيصلو پر پوءِ بہ مان عدالت جو فيصلو مڃيندس.

چيري ۽ ضياء هڪ ٻي ڏانهن ڏسن ٿا. چيري ضياء جو انت پرکڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. ضياءَ ڏند چڪيندي اٽڻ جي ڪري رهيو آهي تہ مٿان هڪ ڪرنل اچي پهتو.

ڪرنل (وڏي آواز سان. سهڪندي) : سائين. هاءِ ڪورٽ بينچ ڀُٽي جي ضمانت منظور ڪري ورتي آهي.

ضياءکي وڏو لوڏو اچي ٿو پر جلد ئي پاڻ سنڀالي ٿو وٺي. چيريءَ ڏانهن منهن ڪري ڪلي ٿو.

ضياء: ڏٺئي! مِسٽر چيري. اسانجي عدليہ سچ پچ اٿڏري آهي.

ضياء گهر ڏانهن پير ڪري ٿو.

سين -٧۴
ٻاهريون منظر. ڀُٽي جي رهائش گاهہ. ڪراچي. ڏينهن.

١۴ سيپٽمبر، ١٩٧٧ع.

نصرت چبر تي پيل صوفي تي ويٺي آهي. بينظير چبر تي ويٺل آهي ۽ سندس هٿ صوفي تي پيا آهن. ڀُٽو سندس وارن ۾ هٿ گهمائي رهيو آهي.

نصرت: توکي پڪ آهي؟ هوءَ ان کان اڳتي نہ ويندا؟

ڀُٽو (جام جي سرکي پريندي): پڪ ڪنهن کي آهي؟ جنهن عدالت منهنجي ضمانت منظور ڪئي تنهن ڪيس جون هڙئي چُڪون پڻ مڃيون آهن. صمدانيءَ ٿلهي ليکي ائين پئي چيو تہ هي ڪيس هڪ واحيات ناٽڪ آهي.

بينظير: پر صمداني چيف جسٽس تہ نہ آهي.

ڀُٽو: درست!

پري کان چيري، حسين جي پويان ايندو ڏسجي ٿو. هي ڪٽنب کيس ڏسي خوش ٿئي ٿو. حسين چيريءَ کي جام پري ڏي ٿو.

ڀُٽو: منهنجا پيارا باب، توکي ڏسي خوشي ٿي.

چيري: پر خبر خوشيءَ واري نہ آهي.

ڀُٽو: ڇا هي؟ ڇا هي؟ ٻڌاءِ بہ ڪٿي.

چيري جام جي چُسڪي پري ٿو.

چيري: توکي تباهہ ڪري ڇڏيندا. اليڪشن؟ ڏکهي، ڏکهي عرصي تائين ڪابہ اليڪشن نہ ٿيندي. هي جنرل چالاڪ اٿئي! سياستدانن کي هڪ ٻئي سان ويڙهائي، ساڻن کيڏ کيڏڻ گهري ٿو. جيئن سيئي ماٺهو رڳو

اندازا ئي ڪندا وتن. غير يقيني روز مره جي زندگيءَ جو حصو ٿي وڃي. توکي تہ سموري چمار لاءِ تڙي ڪيندا. مان (آمريڪي) سفارتخاني جي ماڻهن سان ڳالهائيندو رهيو آهيان. جي "پُنو ختم ٿي ويو. ڪيس وساري ڇڏ".

پُنو: باب! پلي ڪوشش ڪن. ڪين ڪوشش ڪرڻ ڏي. تون مونکي ڇا بڌائيندين تہ هو حرامي (آمريڪي) منهنجي ملڪ سان ڪهڙي ويڌن ڪري رهيا آهن! اهڙي (بدصورت) زال جو هوندس تہ پوءِ ضياء ڪنهن نہ ڪنهن سان زوري (زنا) تہ ڪندو نہ! هن پيري مان ئي سهي!

نصرت (ڪلندي): ذلفي! ڪهڙيون ڳالهيون ٿو ڪرين!

چيري: مونکي خوشي آهي جو تو پنهنجي حسِ مزاح وڃائي نہ آهي.

حسين اچي پُني جي ڪن ۾ سرباٽ ڪري ٿو. اِها ڳالهہ نصرت کي پانءِ نہ ٿي پوي.

نصرت: حسين، سُس پُس نہ ڪر. مسٽر چيري اسان جو دوست آهي. ڳالهہ ڪر.

پُنو: آزاد ٻاهر بيٺو آهي. اڪيلو. (حسين سان مخاطب ٿيندي) اندر وٺي اچينس.

چيري اٿي ٿو. پُنو ڪيس ويهي رهڻ جو اشارو ڪري ٿو. جيئن ئي آزاد ويٺلن ڏانهن وڌي ٿو تہ پُنو آهستي آهستي اٿندي آزاد کي چتائي ڏسي ٿو. آزاد خانگي ڪپڙن ۾ هوندي بہ پُني کي سليوٽ ڪري ٿو.

پُنو: سرڪاري ڪم ڪار سان آيو آهين؟

آزاد: نہ، دوست جي حيثيت ۾ آيو آهيان.

پُنو: جڏهن هو حرامي منهنجو تختو اونڌو ڪرڻ جا منصوبا ناهي پيو تڏهن تنهنجي دوستي ڪاڏي هلي وئي هئي؟

آزاد: مونکي خبر آهي. اچي توهان کي احوال ڏيڻ کپندو هو پر ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان ائين تيڻ نہ ڏنائون. مان سندن چار ۾ ڦاسي پيو هئس. ڦاٿل هئس. تڏهن وِسڪيءَ اچي چيو تہ توهان اسان سيني جا سر اڏائڻ جا منصوبا ناهي رهيا آهيو.

ڀُٽو: معنيٰ تہ غدار وِسڪي هو. اِهو سڀ ڪوڙ هو. تون هتي ڇو آيو آهين؟ ڪنهن مصيبت ۾ ڦاسي نہ پئين.

آزاد: نہ. نہ. مان پنهنجي عهدي تان استعيفا ڏئي آيو آهيان. مونکي هيڏانهن هوڏانهن نوڪرڻ جي ڪوشش تي ڪين. "سعودي عرب وچ"، "ابوظهبي وچ"، "هوڏانهن وچ" (نوڪري ڇڏي) نڪري اچڻ ئي سڀ کان ڀلو آهي. هاڻي مان جام پي قانون جي ڀڃڪڙي ڪندس.

سيئي ٺهڪ ڏين ٿا. حسين بوتل کڻي اچي ٿو. جام هلن ٿا. بعد ۾ ڪين اندازو ٿئي ٿو تہ آزاد ڪيترو نہ پريشان آهي.

آزاد: زمان توهان کي (صحفہ هستيءَ تان) ميسارڻ گهري ٿو. بغاوت کان اڳ ۾ ئي توهان کي ختم ڪرڻ جي خواهش هئس. تڏهن تہ مان روڪي ڇڏيو مانس. هاڻي ڪا روڪ ٽوڪ نہ اٿس. هي مقدمو من گهڙت ناٽڪ آهي. هر شيءِ منصوبي مطابق ٿي رهي آهي.

ڀُٽو: هر شيءِ منصوبي مطابق ڪيئن ٿيندي؟ عوام ڪيترن ئي منصوبن کي هيٺ مٿي ڪري سگهي ٿو

آزاد: مان توهان سان سهمت آهيان. زمان ۽ ضياء بہ اِها ڳالهہ مڃين ٿا پر هنن هڪ ڳالهہ ڌيان ۾ رکي آهي. مارشلاء لاڳو ٿيڻ مهل ڪوبہ گوڙ گمسان نہ ٿيو. ڪنهن پکيءَ بہ نہ ٻوليو. اُن (چوڏس ماٺ) تي هُنن (ضياء ۽ زمان) ٺهڪ تي ڏنا.

ڀُٽو: ڪنهن پکيءَ بہ نہ ٻوليو؟ ملتان جي ڪپڙي جي صنعت وارن مزدورن جي هڙتال جي باري ۾ ڇا خيال آهي؟ هنن (مزدورن) هڙتال ڪئي. ضياءَ

جي مشين گنن اِها هڙتال ختم ڪرائي. سٺ پورهيت ماريا ويا. هزارين زخمي ٿيا.

آزاد: منهنجا دوستا اهو ننڍو احتجاج هو. آرميءَ تہ سڄي ملڪ اندر عمومي هڙتال کي منهن ڏيڻ جون تياريون ٿي ڪيون. پر ائين نہ ٿيو. هاڻي مزاحمت نہ ڪر. پنهنجو سر بچاءِ.

ٻُڌو: پاڪستان بچائڻ وڏيڪ اهم آهي.

چيري: تنهنجي سر جو ۽ پاڪستان جو پاڻ ڪو تعلق ڪونهي؟

ٻُڌو: بلڪل آهي! ان لاءِ ئي تہ مان پڇان نٿو. مون تي جيڪو ڦهر ڪيرائڻو اٿن سويلي ڪيرائن. نيٺ پاڻ ئي (ميدان ڇڏي) ڀڄي ويندا.

سين -٧٥
اندريون منظر. ملٽري .G.H.Q. رات.

ڪور ڪمانڊرن جي گڏجاڻي. آزاد غير حاضر آهي. ماحول ڇڪتاڻ وارو آهي.
ضياءُ (ڪاوڙيل): مان ڪيس جيل ۾ ڏسڻ چاهيان ٿو.
زمان: سائين! مون تہ اڳ ئي توهان کي چيو هو تہ جيڪڏهن معاملو سويلين ڪورٽن ڏانهن موڪليو تہ ڪو مسئلو پيدا ٿي سگهي ٿو.
زمان (ڳالهہ جاري رکندي): هي صمداني وڏو مسئلو آهي. مشتاق ڪيس مقدمو ٻڌندڙ ججن جي پينل ۾ شامل نہ ڪندو پر هن (صمدانيءَ) جي ريمارڪس جي ڪري مقدمو خراب ٿي ويو آهي. هيءَ (صمداني) ضمانت تي ڀُٽي جي رهائي وارو فيصلو بہ واپس نہ وٺندو.
ضياء: مونکي ڀُٽو سياڻي جيل ۾ کپي! هاڻي هِن پڪيءَ کي اڏامي (پڇي) وڃڻ جو موقعو نٿو ڏئي سگهجي.
نظامي: پوءِ اسان ڪيس وري گرفتار ٿا ڪريون.
افتخار: ڪيئن؟
نظامي: اسپيشل مارشل لاء ريگوليشن نمبر ٢. (مارشل لاء) اختيارين کي اِهو پاور آهي تہ هو پاڪستان جي بچاءَ ۽ مارشل لاء جي نفاذ جي مقصد کي هاڃو رسائيندڙ ڪنهن بہ شخص کي ٽن مهينن تائين گرفتار رکي سگهن ٿا.
ضياء: اڄ رات وري گرفتار ڪريوس. مان چاهيان ٿو تہ مقدمو شروع ٿئي.

سين-٧٦
انڊريون منظر. ڪوٽ لکپت جيل. لاهور جي پسگردائي. ڏينهن.

انگريز راڄ جي دؤر ۾ ٺهيل هڪ پراڻو جيل. ڀُٽو ڪلاس ون جي ڪوٺيءَ ۾ آهي. ڪوٺي ڪجھ ڪشادڙي، مڙئي صاف ۽ ۽ ٿوري هوادار آهي. ڪوٺيءَ ۾ هڪ پلنگ، ميز ۽ ڪرسي رکيل آهي. دريءَ کان ٻاهر اڱڻ ۾ قيدي ۽ وڏي تعداد ۾ پوليس وارا گھمندي ڦرندي نظر اچن ٿا. ڀُٽو نصرت ۽ بينظير سان گڏ پلنگ تي ويٺو آهي. سندس مُک وڪيل يحيٰ بختيار ميز تي ويٺو آهي. ڳالھ ٻولھ دوران هڪ قيديءَ تي وسندڙ ڪوڙن جو آواز ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. جيئن ئي قيديءَ تي ڪوڙو وسي ٿو تہ هي خاموش ٿي وڃن ٿا.

ڀُٽو: مقدمي بابت گھڻو پريشان ٿيڻ جي ضرورت ڪونهي. اهو سڄي ساري نگي آهي. واهيات ناٽڪ. پنهنجن ڪرتوتن تان توجھ هٽائڻ لاءِ مڙئي سانگ رچيو اٿن.

ڪوڙن جو آواز. هڪ ماڻهوءَ جو دانهون ٻڌجن ٿيون.

ڀُٽو (ڳالھ جاري رکندي): هي سڀ برداشت جوڳو ڪونهي! وحشي طريقو آهي.

بينظير: هر هفتي، کُلي عام، ماڻهن آڏو ائين ڪن (ڪوڙا وسائن) ٿا. ڦاهيون ۽ ڦٽڪا. ڪالھ ميڙ آڏو هڪ قيديءَ تي ڪوڙا ٿي وساين. پر هُن قيديءَ دانهن ڪرڻ کان انڪار ڪيو. هر ڪوڙي جي جواب ۾ هن "جيئي ڀُٽو" جا نعرا ٿي هنيا. آرمي آفيسر تہ چريو ٿي پيو. "زور سان هڻونس" جلاد ائين ئي ڪيو پر ڪوڙا کائيندڙ شخص آڻ نہ مڃي! ڀُنيءَ مان رت وهي رهيو هئس، چمڙي چيرجي ويس. پوءِ بہ نعرا هڻندو رهيو. هُنن (فوجين) آخرڪار بس ڪئي. ميڙ خاموش هو. پر نيٺ ماڻهن

تاڙيون وڄائڻ شروع ڪيون. ڪن نعرا بہ هنيا. پوليس ميڙ کي منتشر ڪري ڇڏيو.

ڀُٽو: حالتون اجا خراب ٿينديون. بنهہ خراب. نصرت (هڪ ٻئي ڏانهن ڏسندي) توکي هينئر منظر عام تي رهڻ جي ضرورت نہ آهي. اڳواڻيءَ لاءِ ٻيا بہ آهن. ڀلو ٿيندو جو تون لاڙڪاڻي هلي وڃ.

نصرت (ڀُٽي جي ڇهري تي هٿ ڦيرائيندي): توکي خبر آهي تہ مان ائين نہ ڪنديس. پارٽيءَ جي قائم مقام چيئر پرسن ائين نہ ڪندي.

ڀُٽو مشڪي رهيو آهي.

نصرت (ڳالهہ جاري رکندي): تون هڪ اُهڃاڻ بڻجي ويو آهين. ڀُٽو. ڀُٽو. تنهنجو نالو هر زبان تي آهي. تون ئي پارٽي هنئين. ڪنهن ٻي جي جاءِ ئي ڪونهي. پارٽي تو ئاهي، پارٽيءَ کي تنهنجو نالو گهربل هو. ان لاءِ مان اڳواڻيءَ لاءِ تيار ٿيس. هنن (جنرلن) کي جيڪو ڦهر ڪرڻو آهي سو ڪن. ٻارن جي مرضي بہ اها ئي آهي تہ تون هُنن (فوجين) سان وڙهہ. ڀنهنجا پُٽ روز فون تي حال احوال وٺندا آهن. واپس اچڻ لاءِ تنهنجي اجازت گهُري اٿن.

ڀُٽو (پڪي ارادي سان): نہ!

نصرت: مون بہ کين اهوئي چيو. ڪجهہ بہ هجي، مونکي لاڙڪاڻي جلاوطن ڪرڻ جي جرئت نہ ڪجانءِ! واپس وڃڻ کان وڌيڪ خراب ڳالهہ ڪا ٻي ڪونهي.

ڀُٽو ٿهڪ ڏئي ٿو.

ڀُٽو (بينظير سان مخاطب ٿيندي): منهنجي پياري! تون ڪجهہ وقت لاءِ ٻاهر هلي وڃ. آڪسفورڊ يا ڪنهن ٻي جڳهہ تعليم حاصل ڪر. پي. ايڇ. ڊي ڪر. هِتان هلي وڃ.

بينظير: نا نا نا عورتون بـ جهيڙو ڪنديون. اسان لڪنداسين ڪونـ اسان عوام کي (منظر عام تي) نظر اچڻ گهرجون. ڪالهہ هڪ هارياڻي مون وٽ آئي. هڪ ملان چيو هئس تہ ڀُٽو مسلمان ڪونهي.

ڀُٽو: حرامي مُلو!

نصرت: خبر اٿئي تہ ان هارياڻيءَ مُلان کي ڪهڙو جواب ڏنو؟ "ڇا حضرت محمد صہ جي ماءُ مسلمان هئي؟"

سيئي ٺهڪ ڏين ٿا. ڀُٽي جي اکين ۾ ڳوڙها ڀرجي اچن ٿا.

سين -٧٧
اندريون منظر. عدالت. صبح.

٦ آڪٽوبر ١٩٧٧ع.

هاءِ ڪورٽ ۾ مقدمو هلي رهيو آهي.
مقدمو ٻڌندڙ بئنچ ۾ پنج جج شامل آهن.
هڪ ڪٽهڙو جيڪو بنان ڇت واري پڃري جهڙو تي لڳو خاص ڀُٽي لاءِ ناهيو ويو آهي. عدالت ماڻهن سان ڀريل آهي. نصرت ۽ بينظير ڀُٽي جي وڪيلن جي پويان ويٺل آهن. وڪيل وٽس وڃي ڪي ڳالهيون ڪن ٿا. ڀُٽي ڪي بهترين لباس پهريل آهي ۽ هو ناهوڪو نظر اچي رهيو آهي.
عدالت جو ڪلارڪ: عدالت اٿي بيهي.
سڀئي اٿي بيهن ٿا. جج عدالت ۾ داخل ٿين ٿا. مشتاق ڀُٽي ڪي گهوري ٿو. سڀئي ويهن ٿا.
عدالت جو ڪلارڪ: قيدي اٿي بيهي.
ڀُٽو اٿي بيهي ٿو.
عدالت جو ڪلارڪ: ذوالفقار علي ڀُٽو توهان تي الزام آهي تہ توهان ١٩٧٤ع ڌاري هن مقدمي جي سلطاني گواهہ عبدالمحمود ۽ ٻين سان گڏجي سازش سٽي تڏهوڪي قومي اسيمبليءَ جي ميمبر احمد رضا ڪي فيڊرل سيڪيورٽي فورس ذريعي قتل ڪرڻ جي اجازت ڏني. توهان تي وڌيڪ الزام آهي تہ توهان هن مقدمي جي ٻين ملزمن جي (قتل جي سازش کي تڪميل تائين پهچائڻ ۾) مدد ڪئي. توهان تي وڌيڪ الزام آهي تہ توهان ١٠ نومبر ١٩٧٤ع تي احمد رضا جي والد احمد خان جي قتل ۾ ٻين جي مدد ڪئي. توهان وٽ ڪهڙو جواب آهي؟

پُتو: مان بيڏوهي آهيان.

مشتاق: تون ويهي سگهين ٿو.

مشتاق (ڳالهه جاري رکندي): سرڪاري وڪيل جرح شروع ڪري.

سرڪاري وڪيل: ماءِ لارڊ. اڄوڪو ڏينهن اسان جي ملڪ لاءِ ڏاڍو ڏکدائڪ آهي. اڳوڻي وزيراعظم تي قتل جو مقدمو هلي رهيو آهي. عام ڏوهارين جيان! جيئن ئي مان اوهان آڏو هن ڪُڏي مقدمي جون سچايون پيش ڪندس ته اوهان مان گهڻا شايد انهن سچاين تي يقين ئي نه ڪندا. پر اسان جا گواهه هِتي موجود آهن جيڪي ڏاڍي ڏکدائڪ ڪهاڻي ٻڌائن ٿا. اوهان آڏو جيڪو شخص ويٺو آهي...

عدالت برخاست ڪئي وڃي ٿي.

سين -٧٨
اندريون منظر. عدالت. ڏينهن.

ڪنهن وقت ۾ پُٺتي جو پوليس چيف رهندڙءِ هن مقدمي جو سلطاني گواهه محمود شاهدن واري ڪٽهڙي ۾ ويٺل آهي.
بختيار: ڪالهه مون توڪان جيڪا ڳالهه تي پيرا پڇي هئي، سا اڄ به ورجايان ٿو. تون سلطاني گواهه ڪهڙي سبب جي ڪري ٿيو آهين؟ ڇا جيل ۾ فوجين توتي دٻاءُ وڌو؟ ڪا لالچ يا ڪابي شئي ڏيڻ جو واعدو ڪيو اٿن؟
سرڪاري وڪيل: ماءِ لارڊ! ان سوال جو مقدمي سان ڪو تعلق ڪونهي.
مشتاق: اعتراض جائز قرار ڏجي ٿو.
پُٺو (اُٿي بيهندي): هي ڪينگروڪورٽ آهي.
مشتاق: تون ويهي رهه!
پُٺو: تون ڏُر آهين. تنهنجو تعصب ظاهر آهي.
مشتاق: گوڙ ڪندين ته باهر ڪيرائي ڇڏيندو سانءِ. (بختيار ڏانهن منهن ڪندي) مونکي گهوري ڇوٿو ڏسين؟
عدالت ۾ پِٽڪاٽ شروع ٿي ويا آهن.
مشتاق: منهنجن هنن رمارڪس کي اخبارن ۾ نه ڇاپيو وڃي.

برخاست.

سين-٧٩

اندريون منظر. عدالتي ڪمرو. ڏينهن.

جج ويٺل آهن. صحافين ۽ عام ماڻهن کي مقدمي جي ڪاروائي ڏسڻ جي اجازت ڪونهي.

مشتاق: تون پنهنجي ڳالهه ڪري سگهين ٿو.

ڀُٽو: مان عدالت کي گذارش ڪيان ٿو ته هن مقدمي جي ٻڌڻي لاءِ ڪا ٻي بئنچ مقرر ڪئي وڃي. توهان جو رويو ذلت آميز آهي. هن عدالت مان مونکي صاف شفاف نموني مقدمو هلائڻ جي اميد ڪونهي. منهنجي وڪيل تي روڪ ٽوڪ ڪئي وئي آهي. چيف جسٽس (مولوي مشتاق) مقدمي بابت پرڏيهي صحافين آڏو پريس ڪانفرنس ڪئي آهي. چيف جسٽس ۽ چيف مارشل لاءِ ايڊمنسٽريٽر وچ ۾ ڳجهيون ملاقاتون ٿيون آهن. مونکي خبر آهي ته ٻئي پراڻا دوست آهن، هي قتل جو مقدمو ڪونهي. هي سياسي پلانڊ آهي.

مشتاق: گهڻو ٻڌوسين! (ٻين ججن سان تڪڙو مشورو ڪندي): مقدمي کي ٻي بئنچ ڏانهن منتقل ڪرڻ جي درخواست رد ڪجي ٿي.

سين–٨٠
اندريون منظر. جيل جي کولي.

نصرت ۽ ڀُٽو اڪيلا آهن. ڀُٽو نصرت جي هٿ کي نرميءَ سان دٻائي رهيو آهي. ڀُٽو نصرت جو هٿ چمي ٿو.

ڀُٽو: توکي ۽ بينظير کي ڏکين حالتن ۾ ڏسڻ جو تصور بہ نٿو ڪري سگهان.

نصرت: جن حالتن کي تون برداشت ڪري رهيو آهين، تن جي ڀيٽ ۾ اسان جون مشڪلاتون ڪجهہ بہ نہ آهن.

ڀُٽو: هو (فوجي) مونکي ختم نہ ڪري رهيا آهن! منهنجي خاتمي وسيلي هو هڪ سوچ کي ختم ڪرڻ گهرن ٿا. فوجي غريبن کي ڏيکارڻ گهرن ٿا تہ، "ڏسو! هي ماڻهو اوهان جون، غريبن جون، ڳالهيون ڪندو هو. ڏاڍ جو راڄ ختم ڪرڻ واسطي اوهان کي قصا ٻڌائيندو هو. ڏسو تہ هاڻي ڪاٿي ويٺو آهي! جي هن سان ههڙي حالت ڪري سگهون ٿا تہ پوءِ اوهان ڇا آهيو؟ اوهان ڪجهہ بہ نہ آهيو. اوهان اُهي ڪِوليون آهيو جن کي ڇِتي مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏبو آهي."

نصرت: اولهہ جي پريس مشتاق جي رويي کي ڏاڍو ننديو آهي.

ڀُٽو: مشتاق! هو تہ هڪ اوزار آهي. (مونکي مارڻ جو) فيصلو آرميءَ جو آهي. مونکي خبر پئي آهي تہ تون پرجوش تقريرون ڪرڻ لڳي آهين.

نصرت (مشڪندي): تنگ نہ ڪر. ماڻهن ئي تہ مون تي قائم مقام چيئرپرسن ٿيڻ لاءِ زور پريو.

ڀُٽو: ماڻهو درست آهن. ٻين (پارٽي اڳواڻن) سين جي ڀيٽ ۾ تون وڌيڪ جرئتمند آهين. خالد ۽ اڪبر جي ڪهڙي خبر آهي؟ اجا جيل ۾ آهن؟

نصرت هاڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻي ٿي.

ڀُٽو (ڳالهه جاري رکندي): هڪ ڳالهه ڪڏهن بہ نہ ڪبي. ڪڏهن بہ نہ.

نصرت پٺي کي ڏسي ٿي.

ڀُٽو (ڳالهه جاري رکندي): گوڏن ڀر ڪري رحم جي درخواست نہ ڪبي. ڪڏهن بہ نہ.

اوچتو ڪوليءَ جو درکلي ٿو ۽ پوليس محافظن جو ٽولو اندر داخل ٿئي ٿو.

نصرت: اف منهنجا خدا! هاڻي وري ڇا ڪبو؟

پوليس آفيسر (نصرت کي هڪ ڪاغذ ڏيندي): بيگم ڀُٽو صاحبہ. توهان جي گرفتاريءَ جو وارنٽ آهي. مهرباني ڪري اسان سان هلو.

ڀُٽو: منهنجي گهرواريءَ کي ڪيڏانهن وٺي ٿا وڃو؟

پوليس آفيسر: سائين، نظربنديءَ جو حڪم آهي. مهرباني ڪري اچو.

نصرت پوليس وارن سان گڏ وڃي ٿي.

سين -٨١

اندريون منظر. عدالت.لاهور. ڏينهن.

ڀُٽي کي ڪٽهڙي ۾ آندو وڃي ٿو. صبح جا ٨:٣٠ ٿيا آهن. عدالتي ڪمرو خالي آهي. جج تڪڙا تڪڙا قدم کڻي ڪمري ۾ اچن ٿا. جج نمبر٢ فيصلو پڙهي ٻڌائيندو.

مشتاق: ذوالفقار علي ڀُٽو ولد شاهنواز ڀُٽو وينل لاڙڪاڻو سنڌ. اسان يڪراءِ هڪ فيصلي تائين پهتا آهيون. توتي مڙهيل سمورا الزام درست آهن. تون عادي ڪوڙو آهين. تو ملڪ کي تباهه ڪيو ۽ ان جي وقار کي هاڃو رسايو. تون نالي ماتر مسلمان آهي. تون اهو شخص آهين جنهن آئين ۽ قانون جي بچاءَ جو قسم کڻي، آئين ۽ قانون جو بنياد ئي تباهه ڪري ڇڏيو. توتي مڙهيل هڙئي الزام قطعي درست آهن. هن عدالت بابت تنهنجا بيان ڪوڙا ۽ تنهنجي ذاتي تصورجي پاڳلاڻي پيداوار آهن. پهرين الزامَ قتل جي ڪوشش، جي ڏوهه ۾ هي عدالت توکي ستن سالن جي ٽيپ جي سزا ڏي ٿي. ٻي الزامَ قتل جي سازش جي ڏوهه ۾ هي عدالت توکي پنج سال ٽيپ ڏي ٿي. قتل جي سازش جي نتيجي ۾ فرياديءَ جي والد جي قتل جي ڏوهه ۾ توکي موت جي سزا ڏني وڃي ٿي. توکي ڳچيءَ ۾ ڦاهو وجهي ان وقت تائين لڙڪايو ويندو جيستائين تنهنجو موت واقع ٿئي.

سين-٨٢

ٻاهريون منظر. جي ٽي روڊ. ڏينهن.

هڪ ڪار جنهن جي ڇت واري جنگلي ۾ ڪافي سوٽ ڪيس رکيل آهي، روڊ تي ڊوڙي رهي آهي. ڪار ۾ نصرت ۽ بينظير آهن. ٻنهي جا منهن هيڊا آهن. ٻنهي ڪي راتين جو اوجاڳو آهي.

سين -٨٣

اندوروني منظر. ڪار. ڏينهن.

بينظير (ماءُ جي هٿ کي پڪڙيندي): هو ائين نـ ٿا ڪري سگهن، امان! ڇا هو ائين ڪري سگهن ٿا؟ بابا کي ڦاهي گهاٽ ۾ وجهي رڳو اسان کي هيسائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن!

سين ۸۴۰
پاهريون منظر. راولپنڊي جيل.

جيل جو پاهريون ڏيک.

سال: ۱۹۷۸ع.

جڳهہ: راولپنڊي جيل.

سين -٨٥
**اندريون منظر. ڦاهي گهاٽ. راولپنڊي. ڏينهن.**

ڀُٽو: ننڊ مان سجاڳ ٿئي ٿو. ڀُٽو پگهر ۾ ٻُڏل آهي. وزن تيز نهن ڪلو گهٽجي ويو اٿس ۽ گريل نظر اچي رهيو آهي. چپن تي سوڄ ۽ ڳاڙها نشان اٿس. ڦاهي گهاٽ ۾ ڪابہ دري ڪونهي. ڀُٽو پنهنجي قميص جي ٻانهن سان منهن تان پگهر اگهي ٿو. پلنگ تان اُٿي پير ۾ رکيل دلي مان پاڻيءَ جو گلاس ڀري واپس بستري تي ليٽي پوي ٿو. ڪيون ڪليل اٿس. در جو تالو کُلڻ جو آواز ٻُڌي ٿو پر پاسو ورائي نٿو ڏسي.
نصرت ۽ بينظير ڪوٺيءَ ۾ داخل ٿين ٿيون. در ڪي وري ٻاهران تالو هنيو وڃي ٿو. نصرت بستري جي پير ۾ ويهي ڀُٽي ڪي ڏسي ٿي. ڀُٽو پاسو ورائي نصرت ڏانهن منهن ڪري ٿو.
نصرت (نرميءَ سان): مون سمجهيو پئي تہ تون آرامي هوندين.
ڀُٽو: هڪ ڀوائتو خواب ڏٺم پوءِ ننڊ ئي نہ آئي.
نصرت بستري تي ويهي ڀُٽي جي وارن ۾ آڱريون ڦيرائي ٿي.
ڀُٽو (ڳالهہ جاري رکندي): تون! تون ڪئين آهين؟
نصرت مشڪي ٿي.
ڀُٽو (ڳالهہ جاري رکندي): ٻارَ ڪيئن آهن؟
نصرت: ٺيڪ آهن. تو ڏانهن پيار موڪليو اٿن... ذلفي! وقت گذرندو پيو وڃي. اڄ اسان ڪي اپيل داخل ڪرائڻ بابت فيصلو ڪرڻو آهي.
ڀُٽو: بيڪار ڪوشش آهي. فائدو ڇا ٿيندو؟
نصرت: وقت ملي ويندو. وقت اهم آهي. آهي يا نہ؟
ڀُٽو (لاغرضي سان): ڪلهن ڪي لوڏي ٿو.

نصرت (ڳالهه جاري رکندي) : تو سان ڪهڙو مسئلو آهي اسان کي جهيڙو ڪرڻو آهي. سپريم ڪورٽ تي سگهي ٿو ته بيڪار هجي پر اپيل لاءِ اسان وٽ اِهائي واحد عدالت آهي.

ڀُٽو: تاريخ اسان جي اپيل جي عدالت آهي.

بينظير: مهرباني ڪريو! هي وقت اجائي بهادري ڏيکارڻ جو ڪونهي. سيني جي اِها خواهش آهي ته توهان اپيل ڪريو. مهرباني ڪري وڪيلن کي اڄ اپيل داخل ڪرڻ جي اجازت ڏيو.

ڀُٽو: هڪڙو بيو ناٽڪ ڏسڻ ٿي چاهين؟ ڏٺئي نه ته هن حراميءَ مشتاق لاهور هاءِ ڪورٽ ۾ مون سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو. ضياءَ جو پالتو ڪتو! سپريم ڪورٽ جو نئون چيف جسٽس به اِئين ئي آهي. (هُن هٿان) مونکي ذليل نه ڪرايو.

نصرت: سدائين هر ڪنهن آڏو پنهنجي مرضي هلائي اٿئي. زلفي تنهنجي زال ۽ تنهنجا ٻار تنهنجي آڏو التجا ڪري رهيا آهن. اڄ تائين مان خاموش رهيس. اسان جي باري ۾ به سوچ. توکي ائين وڃڻ ڪونه ڏيندم. ڪڏهن به نه. مان وڪيلن کي اپيل داخل ڪرڻ جو چوان ٿي.

(پرس مان اپيل وارا ڪاغذ ڪيندي) هاڻي جو هاڻي صحيح ڪر. تنهنجي مهرباني ٿيندي. تنهنجي مهرباني ٿيندي.

ڀُٽو نرم ٿئي ٿو ۽ هو نصرت جي منهن تي هٿ گهمائي ٿو. بنا ڪو لفظ چوڻ جي نصرت کان پين وٺي صحيح ڪري ٿو. نصرت ڀُٽي کي ڀاڪر پائي روئي ٿي.

سين-٨٦
اندريون منظر. ملٽري G.H.Q رات.

زمان: خراب کان خراب تر ڳالهہ جو تصور ڪريو. عدلت ڪيس بَري ڪري ٿي. هُو آزاد ٿي وڃي ٿو.

ضياء: ائين نہ ٿيندو.

زمان: پر جي ائين ٿيو تہ؟ ڪنهن ٽيڪنيڪي بنياد تي اپيل قبول ڪري سگهن ٿا.

ضياء: پوءِ بيا سوين ڏوهہ آهن جن جو الزام مٿس هڻي سگهجي ٿو. هن پيري مقدمو بہ فوجي عدالت ۾ هلائبو.

نظامي مشڪي ٿو پر زمان منهن خراب ڪري ٿو.

زمان: ٿي سگهي ٿو تہ اسان ڪي ائين بہ ڪرڻو پوي، پر اِهو ڏاڍو برو لڳندو سائين.

سين -٨٧
انڊريون منظر. سپريم ڪورٽ جي ڪارروائي. ڏينهن.

٢٠ مئي ١٩٧٨ع.

ستن ججن تي مشتمل بئنچ مقدمو ٻڌي رهي آهي. چيف جسٽس جي ٻنهي پاسن ڪان ٽي، ٽي جج ويٺل آهن. عدالت ماڻهن سان ڀريل آهي. چيري ۽ لِلي ٻين صحافين سان ويٺل آهن. لاهور هاءِ ڪورٽ جي ڀيٽ ۾ هتان جو ماحول لحاظ وارو ۽ مانائتو آهي.
بختيار: ماءِ لارڊ، مان ثابت ڪندس ته هاءِ ڪورٽ ۾ داخل ڪيل ڪيس متضاد، ناموافق ۽ واقعاتي شاهدين تي آڌاريل آهي. اوهان اجازت ڏيو ته مان اُهي بنياد بيان ڪريان جن جي آڌار تي اسان هيءَ اپيل داخل ڪئي آهي. جج هاڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻين ٿا.
بختيار (ڳالهه جاري رکندي): ٽي اهم بنياد آهن.
چيف جسٽس پنهنجي تي نوٽ لکندو رهي ٿو ۽ بختيار ڏانهن ڏسي آهستگيءَ سان ڪنڌ به ڌوڻيندو رهي ٿو.
بختيار (ڳالهه جاري رکندي): هي مقدمو ڪوڙو ۽ جڙتو آهي، سياسي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪڙو ڪيو ويو آهي. هڪ بين الاقوامي سازش آهي جنهن جو شڪار ذوالفقار علي ڀُٽي کي بڻايو ويو آهي. ڪيس زبردستي اقتدار تان هٽايو ويو. فوجي جُنتا (جنرلن جي ٽولي) جو مقصد ڀُٽي جو سياسي ۽ طبعي خاتمو ڪرڻ آهي.
چيف جسٽس: سياسي ۽ طبعي؟
بختيار: ها! ماءِ لارڊ.
جج نمبر٢: سياسي خاتمو؟

بختيار: ها! ماءِ لارڊ. ۽ طبعي خاتمو پڻ. منهنجو ٻيو نقطو اهو آهي تہ مٿس هڪ متعصب ۽ ساڙس نفرت ڪندڙ بئنچ وسيلي مقدمو هلايو ويو.

جج۳: توهان جو مطلب؟

بختيار: پُٽي ڪان نفرت اٿن! ڪيس صاف شفاف مقدمي بازيءَ سهولت نہ ملي تنهنڪري پُٽي وٽ عدالت جو بائيڪاٽ ڪرڻ ڪانسواءِ ٻيو چارو ڪونہ هو ٻن مهينن تائين پُٽو پنهنجو بچاءُ ڪندو رهيو. هاءِ ڪورٽ جي بئنچ سندس بچاءَ ڪي ناممڪن بڻائي ڇڏيو. هاءِ ڪورٽ جي چيف جسٽس جو رويو متعصب ۽ ذلت آميز هو.

جَجَ ڳالهيون نوٽ ڪري رهيا آهن.

بختيار (ڳالهہ جاري رکندي): ماءِ لارڊ. ٽيون نقطو هي آهي تہ ٻين معاملن ڪي ڇڏي جي رڳو اصلي شاهديءَ ڪي ڏسجي تہ معلوم ٿيندو تہ اها ٻُڌسڌ تي آڌاريل آهي. اپيل ڪندڙ ڪي ڇڙواڻ بنياد تي سزا ڏني وئي جو ڪنهن چيو تہ پُٽي ڪيس فون تي (قَتل ڪرڻ جو) آرڊر ڏنو هو. توڙي جو اسانِ اها ڳالهہ نظر انداز ڪري ڇڏيون تہ سرڪار طرفان پيش ڪيل هڙئي شاهد سلطاني گواهہ هئا. تڏهن بہ (فون تي آرڊر ڏيڻ واري) هي شاهدي قابل قبول نہ آهي.

چيف جسٽس (لحاظ سان): محترم بختيار ڳالهہ جاري رکو.

سين -٨٨
ٻاهريون منظر. عدالت جو اڱڻ. سپريم ڪورٽ. ڏينهن.

چيف جسٽس سياري جي سج هيٺان ٽيلارا ڪري رهيو آهي. هڪ ڏکيو جج ٻه پير پر ٻينو اٿس.
چيف جسٽس: منهنجا دوستا! اسان قانون جوڙيندڙ آهيون. اسان کي قانون جي بالادستي قائم رکڻي آهي.
ڏکيو جج: مان توهان سان سهمت آهيان. سرڪاري ڏُر وارو سمورو ڪيس نڳيءَ جو ناهه آهي. بختيار درست چيو. مشتاق جو رويو نفرت آميز هو. مشتاق کي ٻئنچ مان نيڪالي ملڻ گهرجي. توهان کي به خبر آهي. مان به سڀ سمجهان ٿو.
چيف جسٽس: تون عجيب شخص آهين. ٻُٽي تنهنجي نوڪريءَ ۾ توسيع ڪرڻ کان انڪار ڪيو هو. تنهنجو پروموشن روڪيائين. وڏي دل وارو ماڻهو آهين!
ڏکيو جج (ڪاوڙيل): پر ماءِ لارڊ، اسان قانون جوڙيندڙ آهيون. ذاتي يا سياسي تعصب اسان جي راهه ۾ رڪاوٽ نه ٿيڻ گهرجي. ٻُٽو بيڏوهي آهي.
ڪجهه دير تائين ٻئي چڻا خاموش گهمندا رهن ٿا. پوءِ...
چيف جسٽس: بيشڪ! ٻُٽو بي ڏوهي آهي پر قومي مفاد کي ٻُٽي جو سر کپي. ٻئي بيهي رهن ٿا ءِ هڪ ٻئي کي چتائي ڏسن ٿا.
چيف جسٽس (ڳالهه جاري رکندي): رياست نه هوندي ته ڪو قانون به نه هوندو. ٻُٽي جو جيئرو رهڻ معنيٰ افراتفري، انتشار يا ٿي سگهي ٿو انقلاب.

ڏگهو جج: معنيٰ معاملو ان حد تائين پهچي چڪو آهي. اسان منصف نہ پر قاسائي آهيون. آرميءَ جو ڪُتو ڪم اسان ڪنداسين! ماءِ لارڊ. مان مزاحمت ڪندس.

چيف جسٽس: پلي ڪر... پر مزاحمت بيڪار آهي. هڪڙي ٻي ڳالهہ. تنهنجو پائٽيو فوج ۾ آهي نہ؟

ڏگهو جج: پوءِ؟

چيف جسٽس: گهٽ ۾ گهٽ هُن جي مستقبل جو تہ خيال ڪر.

سين - ٨٩
اندريون منظر. ڦاهي گهاٽ. ڏينهن.

کوليءَ ۾ پُتوءِ نصرت اڪيلا آهن. اِها هنن جي آخري ملاقات آهي، ٻنهي کي اهو اندازو ڪونهي. نصرت تمام گهڻي پريشان آهي پر هوءَ پُٽي کان پهنجي پريشاني لڪائڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي.
پُتو: وري ٻاهرين دنيا ڏسڻ بہ عجيب احساس هوندو. پُراڻا، واقف چهرا، ڪي دوست، ڪي دشمن، حُسين کي منهنجا ڪپڙا ڪٽي اچڻ جي اجازت ڏني اٿن؟
نصرت (مشڪنديءَ): ها، ها. حُسين پنهنجي مقرر وقت تي اچي ويندو. سندس حالت گم تيل ڪُتي جهڙي ٿي وئي آهي. تو سان ملڻ جو ڏاڍو چاهہ اٿس.
(ڪجهہ دير کان پوءِ) وڪيل پُر اعتماد آهن. ٻن ججن دوستاڻو ورتاءُ ڪيو آهي.
پُتو (لاغرضيءَ سان): ستن مان ٻہ؟ ٻن کي رٽائر ڪيو ويو آهي. انهن مان هڪڙو ڏاڍو معقول ماڻهو هو. ضياء هر وقت راهہ جا روڙا هٽائيندو رهي ٿو. نصرت مان پاڻ کي ڪوبہ دوکو ڏيڻ نٿو گهران. ڪوبہ نہ. تنهنجي لاءِ، ٻارن لاءِ، ملڪ لاءِ سوچيان ٿو.
نصرت: نہ! ذلفي ائين نہ چئو.
پُتو: جي مونکي ماري بہ ڇڏين تڏهن بہ پُٽن کي پرڏيهہ ترسائجانءِ. مان نٿو چاهيان تہ سندن زندگيون برباد ٿين. ياوڪ ٿيڻ جو وقت ڪونهي.
نصرت جي اکين ۾ ڳوڙها تري اچن ٿا.

ڀُٽو (ڳالهه جاري رکندي): منهنجي زال. توکان سواءِ ڪڏهوڪو مري چڪو هجان هان، يا گهٽ ۾ گهٽ منهنجو اندر مري چڪو هجي ها، وڃائجي وڃان ها.

توکي ءِ بينظير کي (هنن معاملن ۾) اڙانگڻ تي پاڻ کي پٽيندو آهيان.

نصرت: چُپ ڪر. بس ڪر. اسان اهو سڀ ڪجهه ان لاءِ ڪري رهيون آهيون جو اسان کي اهو ڪجهه ئي ڪرڻو آهي. (ڀُٽي جي منهن تي هٿ ڦيرائيندي) منهنجا چيئرمين!

ڀُٽو کلي ٿو. جيل جو محافظ انتظار ڪري رهيو آهي، ٻنهي جي نظر محافظ تي پوي ٿي. ڀُٽو اشارو ڪري محافظ کي انتظار ڪرڻ جو چوي ٿو.

ڀُٽو: نصرت، ڇا به ٿي پوي پر اسان مان ڪوبه پنهنجي پاڻ کي ڪيرائيندو نه، سمجهيئي؟

نصرت خاموش آهي.

ڀُٽو (ڳالهه جاري رکندي): نصرت، اِها انتهائي اهم ڳالهه آهي. مهنجي گهراڻي جو ڪوبه ماڻهو هُن ڦوروءَ کان رحم نه پِنندو. ڪڏهن به نه. مونسان واعدو ڪر. مونسان هر حال ۾ وعدو ڪر.

سين-٩٠
باهريون منظر. باغ. فليگ اسٽاف هائوس. اڌرات.

ضياءِ چيف جسٽس صوفي تي هڪ ٻئي جي ويجهو ويهي چانهن پي رهيا آهن. سرباتن ۾ ڳالهه ٻولهه به جاري آهي.
ضياءُ: تون سمجهين ٿو. مونکي پنهنجي پرواهه ڪونهي. هُو پلي مونکي گاريون ڏي. ڪو مسئلو ڪونهي. پر جي فوج کي خوار ڪرڻ لاءِ رياست جا راز فاش ڪري ته ڪيس هڪدم خاموش ڪرائي عدلت مان ڪڍي ڇڏجانءِ.
چيف جسٽس: پر ڏيهي صحافي به عدالت ۾ هوندا!
ضياءُ: ڪڏ ۾ پون! سندن مالڪن کي خبر آهي ته هتي ڇا پيو ٿئي (ڏند چڪي ٿو).
چف جسٽس: مون تي ڇڏي ڏي. پريشان نه ٿي. مشتاق هاءِ ڪورٽ ۾ ڪيس جو بيڙو ٻوڙي ڇڏيو. هُن جا رمارڪس ذلت آميز هئا.
ضياءُ: هڪڙي ٻي ڳالهه. توکي پڪ آهي ته (ججن جي) اڪثريت توسان گڏ آهي؟
چيف جسٽس هائو ڪار ڪري ٿو.
ضياءُ (ڳالهه جاري رکندي): سو سيڪڙو يقين اٿئي؟
چيف جسٽس ڪنڌ ڌوڻي ٿو.
ضياءُ (ڳالهه جاري رکندي):ڏاڍو سٺو. ڏاڍو سٺو.
چيف جسٽس: رڳو هڪڙو مسئلو آهي.
ضياءُ ڪيس ڏسي ٿو.
چيف جسٽس (ڳالهه جاري رکندي): منهنجا جج پڻ پريشان آهن. سمجهن ٿا ته تون چونڊون نه ڪرائيندين. جي جج سمجهي ورتو ته

تون چونڊون نہ ڪرائيندين. جنھن مقصد سان تو اقتدار تي قبضو ڪيو هو تہ پوءِ تي سگھي ٿو تہ پُٽي ڪي ختم ڪرڻ واسطي (ججن جي) اڪثريت اسان سان گڏ نہ هجي.

ضياءُ (ڪلندي): خاطري ڪر تہ مان ڪو ڊارمو نہ پيو ڪريان. جيڪڏهن موکي سياسي طاقت جي بک هجي ها تہ پوءِ ڪهڙي شيءِ مونکي روڪي ٿي سگھي؟ فوج منھنجي تائيد ڪري ٿي. جيئن وڻي تيئن ڪري سگھان ٿو. آئين ڇا آهي؟ مان آئين کي ڦاڙي ڦٽو ڪري سگھان ٿو. چوندم تہ اسان هڪ ٻيو نظام لاڳو ڪنداسين. مونکي ڪير روڪيندو؟ توهان جا ڪوڙ سارا سياستدان پُڇ لوڏيندا منھنجي ڪڍ لڳي پوندا. پر مان ائين نٿو چاهيان. جج صاحب، پنھنجن ساٿي ججن کي ٻڌاءِ تہ ضياءَ جا ڪي بہ سياسي مفاد ڪونھن. ذاتي طور مان سياسي رتبن ۾ ڪا بہ دلچسپي ناهيان رکندو ۽ ڪڏهن بہ ڪو سياسي منصب قبول نہ ڪندم. مان توکي پنھنجي زبان ڏيان ٿو.

چيف جسٽس: پوءِ ڪو مسئلو نہ ٿيندو.

چيف جسٽس ۽ ضياءُ اٿي بيھن ٿا. ٻئي ڄڻا گرمجوشيءَ سان هٿ ملائي ياڪر پائن ٿا.

سين-٩١

اندريون منظر. ڦاهي گهاٽ. ڏينهن.

ڀُٽو تيار ٿي رهيو آهي. سندس لباس ڏاڍو عاليشان آهي. حُسين سندس جوتا پالش ڪري رهيو آهي. ڪپڙا ڀڳل ٽٽل پلنگ تي پيل آهن ۽ ارگرد جي ماحول سان ٺهڪن ئي نٿا. ڀُٽو خوشگوار موڊ ۾ آهي.

حسين: يا الله!

ڀُٽو: ڇا ٿيو؟

حسين: ڇا ٿيو؟ ڏسو نٿا؟ سوٽ ڪيترو نه ويڪرو ٿي ويو اٿوَ. توهان کي ڇا ڪري ڇڏيو اٿن؟ (اکين ۾ ڳوڙها).

ڀُٽو: سگار آندو اٿئي؟

حسين ڪنڌ ڌوڻي ڪيس سگار ڏي ٿو.

ڀُٽو ڪوٽ پائي ٿو. سندس وزن گهٽجي ويو آهي تنهن لاءِ ڪپڙ ويڪرا ٿي ويا اٿس. سندس پريل ڳل هينئر اندر ڌڪجي ويا آهن. حسين سگار دکائڻ لاءِ ماچيس ڪڍي ٿو. ڀُٽو پلنگ تي ويٺو آهي. حسين پير ۾ ويٺو اٿس. ڀُٽو ڪيس ڇڪي پاڻ سان گڏ ويهاري ٿو. حسين پنهنجي مالڪ سان گڏ ويٺو آهين. ڀُٽو سگار جي هڪ چيڙي کي چڪ هڻي ٿو. حسين سگار دکائڻ لاءِ تيلي ٻاري ٿو. ڀُٽي کي سگار جي ڪش مان ڏاڍو لطف اچي رهيو آهي. ڀُٽو سگار جو دونهون ٻاهر ڪڍي ٿو. هِن ننڍي ڪوليءَ ۾ ويٺل ٻئي ڄڻا ڄڻ دونهين ۾ گم ٿي وڃن ٿا.

سين -٩٢

پاهريون منظر. سپريم ڪورٽ. ڏينهن.

هڪ ڪار اچي ٿي. ٻئي جا ڪجهه حامي نعرا هڻن ٿا. ٻئو ڪار مان نڪري ٿو ۽ ٻه پوليس وارا ڪيس عدالت ڀر وٺي وڃن ٿا.

سين -٩٣
انڊريون منظر. سپريم ڪورٽ. ساڳيو ڏينهن.

عدالت ۾ اڄ اڳي کان بہ گھڻي پيهہ آهي. چيري، لِلي ۽ بيا پر ڏيهي صحافي وينل آهن. جيئن ئي ڀُٽو عدالت ۾ داخل ٿئي ٿو تہ ماٺ ڇانئجي وڃي ٿي. ڀُٽو ٿورو گهبرايل نظر اچي ٿو. ڪيس دفاع جي وڪيلن جي پويان ويهاريو وڃي ٿو جج عدالت ۾ داخل ٿين ٿا ۽ سيئي اٿي بيهن ٿا. چيف جسٽس ڀُٽي کي چتائي ڏسي ٿو ڀُٽي کي هلڪي ڏڪڻي ٿي رهي آهي. سيئي ويهي رهن ٿا.
چيف جسٽس: هِن معامري ۾ وڌيڪ دير ڪرڻ جي ضرورت نہ آهي، محترم ڀُٽو توهان عدالت آڏو پنهنجو بيان پيش ڪري سگهو ٿا.
ڀُٽو هيڊو ٿي چڪو آهي، ٿڙڪي رهيو آهي. پنهنجي جڳهہ تان اٿي ٿلهي تائين وڃي ٿو ٿڪاوٽ ظاهر آهي. مڪمل ماٺ لڳي پئي آهي.
ڀُٽو: ماءِ لارڊز. پنهنجي بچاءَ جو موقعو ڏيڻ تي مان اوهان جو ٿورائتو آهيان. گھڻي وقت کان مونکي پنهنجي بچاءَ جي حق کان محروم رکيو ويو. مان سائين جن جو احسانمند آهيان ڇاڪاڻ جو رڳو منهنجي زندگي ئي نہ بلڪ بيو گھڻو ڪجهہ داءَ تي لڳل آهي. منهنجي ناماچاري، منهنجو سياسي ڪيريئر. منهنجي گهراڻي جي آبرو ۽ مستقبل ۽ ها! سڀني کان وڌيڪ اهم ڳالهہ. پاڪستان جو مستقبل. اِها منهنجي راءِ آهي. مان اوهان آڏو بيٺو آهيان ڇاڪاڻ جو مونکي پنهنجي بيڏوهي هجڻ جي پڪ آهي ۽ مونکي اميد آهي تہ هي عدالت مون سان انصاف ڪندي. دنيا جون اکيون هن مقدمي تي کتل آهن. دنيا اندر ڪي گهٽ پيرا ائين ٿيو آهي جو هڪ چونڊيل وزيراعظم تي قتل جو مقدمو هليو هجي. منهنجي ذات جي ڪا گھڻي اهميت نہ آهي. معززين! هي مقدمو

اوهان جي حياتيءَ جو بہ اهم ترين مقدمو آهي. تاريخ ڏاڍي بي رحم منصف آهي. تاريخ جي فيصلي کي للڪاري نٿو سگھجي (پيشانيءَ تان پگھر اگھي ٿو. پاڻي ڏڪ پيئي ٿو).

سين -٩٤
گهڻو وقت گذري چڪو آهي.

١٩ سيپٽمبر، ١٩٧٨ع. ڏينهن.

ڀُٽو: هاءِ ڪورٽ جو فيصلو هڪ ڪل جوڳو ناٽڪ هو. اُهو فيصلو متعصب ۽ ذلت آميز هو. مونکي پنهنجي تذليل ناهي وڻندي، مونکي ياد پوي ٿو تہ جڏهن مان ڪرائيسٽ چرچ ڪاليج آڪسفورڊ جو شاگرد هئس تڏهن منهنجي هڪ استاد مونکي ٻن جي جڳهہ تي سال علم القانو ن پڙهڻ جي صلاح ڏني. سندس چوڻ هو تہ هڪ انگريز شاگرد کي بہ ايترو وقت لڳي وڃي ٿو. هڪ ايشيائيءَ جي حيثيت ۾ مون پنهنجي گهٽتائي محسوس ڪئي. مان ٻن سالن ۾ اهو ڪورس مڪمل ڪرڻ تي بضد رهيس ۽ نيٺ سٺن نمبرن ۾ پاس ٿيس. هاءِ ڪورٽ مونکي چيو تہ مان نالي ماتر مسلمان آهيان، مان عادي ڪوڙو آهيان، منهنجي سياءَ بابت ڳالهيون ڪيون ويون. هي هڪ تڪيل توريل فيصلو نہ بلڪ ڪنهن بنياد پرست فرقي جو سياسي پلاند آهي. مان سمجهان ٿو تہ مذهب خدا ۽ بندي جو پنهنجو معاملو آهي... ماءِ لارڊ، ٻن ڏهاڪن کان وٺي مان قومي اسيمبليءَ جو ميمبر رهيو آهيان، پارليامينٽ ۾ مون تي حملا ٿيندا رهيا آهن، مان اهڙن حملن جو عادي ٿي ويو آهيان، مان ايترو اُبهرو ڪونہ آهيان جو هِهڙي غير اهم مخالف کي قتل ڪرائي ڇڏيان.

سين -٩٥
گهڻو وقت گذري چڪو آهي.

٢٠ سيپٽمبر، ١٩٧٨ع ڏينهن.

ڀُٽو ماءِ لارڊز...
(هينئر ڀُٽو نهايت ٿَڪل ٽُٽَل نظر اچي رهيو آهي. منهن تان پگهر لار ڪري وهي رهيو اٿس).
ڀُٽو (ڳالهه جاري رکندي): منهنجي گرفتاريءَ کان وٺي پندرنهن مهينن تائين مونسان ناروا ورتاءُ ڪيو ويو آهي. لاهور ۾ پنجاهه چريا منهنجي پرواري ڪوليءَ ۾ واڙي ڇڏيا هئن. چريا سڄي رات رڙيون ڪندا هئا. ايڪويهن ڏينهن تائين منهنجو پاڻي بند ڪري ڇڏين. جڏهن هتي (راولپنڊي) جيل ۾ وٺي آيا تہ هر پندرنهن منٽن کانپوءِ منهنجي ڪوليءَ جي ڇت تي هڪ پٿر اڇلائيندا هئا. صبح جو سيئي پٿر ميڙي رات جو وري اڇلائيندا هئا. منهنجي ڪوليءَ جي پلوڙي تي بيٺل فوجي محافظ پنهنجن (فوجي) بوٽن سان ٽين جي ڇت تي ٺپا ڏيندا هئا. مون سمجهيو تہ ڪالهوڪي رات متان مون سان رعايت ڪن. پر ائين نہ ٿيو. مان ڪا بي پاڙي علامت نہ آهيان. نوي ڏينهن کان مون روشني يا سج نہ آهي ڏٺو. ڪا بيمار ۽ ڪوڙهہ ورتل سرڪار ئي مونسان اهڙو ورتاءُ ڪري سگهي ٿي. ڇا مان وڌيڪ ڳالهائي سگهان ٿو؟ مان اوهان جي هٿ وس آهيان.
چيف جسٽس: توهان کي جيترو وقت ڳالهائڻو آهي پلي ڳالهايو. پر مهرباني ڪري موضوع متعلق ڳالهايو.
ڀُٽو: اوهان جي مهرباني.

سين - ٩٦
گهڻو وقت گذري چُڪو آهي.

٢٢ ڊسمبر. ١٩٧٨ع. ڏينهن.

ڀُٽو: ماءِ لارڊ. اوهان تي ڏاڍي ڏکي ذميواري عائد ٿئي ٿي. هڪ فيصلي ذريعي اوهان هن ملڪ تي حاوي هڪ ڀوائتي خواب جو خاتمو ڪري سگهو ٿا. اوهان ماڻهن کي ڏيکاري سگهو ٿا تہ اسان جي عدليہ ڪوبہ سياسي تعصب نہ ٿي رکي. اوهان اسان جي ملڪ جو ناموس بحال ڪري سگهو ٿا ۽ هي بيهودو مقدمو ڪڙو ڪندڙن جا ڪنڌ شرم وچان جهڪائي سگهو ٿا. منهنجن دوستن ۽ اڳوڻن جنرلن مون کي ملڪ ڇڏي وڃڻ جي صلاح ڏني. مان ڀڄڻ کان انڪار ڪيو. مون پنهنجي عوام کي اهو ڏيکارڻ گهريو ٿي تہ مان آخر تائين وڙهي سگهان ٿو. تنهنڪري مان اڄ اوهان آڏو بيٺو آهيان. هي مقدمو بڌڻ جي اجازت ڏئي اوهان مون تي ٿورا ڪيا آهن. مونکي تہ اوهان مان بہ اِها اميد نہ هئي. هر ڪو هڏي ماس جو ٺهيل آهي ۽ هر ڪنهن کي هڪ ڏينهن هي دنيا ڇڏڻي آهي. هاڻي اوهان ڀلي مونکي ڦاهيءَ تي لٽڪائي ڇڏيو.

سين -٩٧

اندروني منظر. ملتري هيڊڪوارٽر. راولپنڊي. ڏينهن.

ضياء، زمان ۽ نظامي. ضياء ميز تي ويٺو آهي، نظامي ۽ زمان پڻ ويٺل آهن. ضياءَ اٿي هيڏانهن هوڏانهن هلڻ لڳي ٿو.

ضياء: فيصلو اچڻ شرط هر سياسي ڦڏيباز کي گرفتار ڪيو وڃي، جي ضرورت پوي تہ ڪين ڦٽڪا هڻو. فيصلو اچڻ جي پهرين هفتي تائين حالتون سنڀالي وياسين تہ پوءِ مونکي يقين آهي تہ سموري ڏچي کي منهن ڏئي ويندا سون.

نظامي: خفيہ ادارن جي رپورٽ آهي تہ سپاهين اندر ڪجهہ ڏڦيڙ موجود آهي.

ضياء (هٿ جي اشاري سان غير يقيني ڏيکاري ٿو): مان نٿو سمجهان.

زمان: عدالت جو فيصلو ڪڏهن ايندو؟

ضياء: هن وقت (ججن جن) جي گڏجاڻي جاري آهي.

سين - ٩٨
اندورني منظر. ججن جو چيمبر. ڏينهن.

جج موجود آهن. ماحول ۾ ڇڪتاڻ آهي.
ڏگهو جج. اسان آڏو ڪو مقدمو آهي ئي نہ، ماءِ لارڊ.
جج نمبر ٢: پُتي خلاف گهربل ڪان وڌيڪ شاهديون موجود آهن.
ڏگهو جج: ڇا؟... تون چريو ٿي ويو آهين.
چيف جسٽس: ٻن سلطاني گواهن جي بيانن کي زباني ۽ ڪاغذي ثابتيون پڻ درست نهرائين ٿيون.
ڏگهو جج: ڪنهن بہ سڌريل ملڪ ۾ اهڙين ثابتين جي آڌار تي ملزم کي سزا نہ ٿي ڏئي سگهجي. هي هڙئي واقعاتي ثابتيون آهن. ڪابہ حقيقي ثابتي ڪونهي. سلطاني گواهہ متضاد ۽ پروسي جوڳا نہ آهن.

سين-٩٩
اندريون منظر. ملٽري هيڊڪوارٽر.

اڳي جيان سيئي موجود آهن.
ضياء: ڪوشش ڪري هن ڪان هڪ اعتراف تي صحيح وٺي ڇڏجي.
زمان: اسان ڪوشش ڪئي آهي. بيڪار!
نظامي: چيف صحيح چوي ٿو. هڪ ڀيرو وري ڪوشش ڪري ڏسجي.
زمان، ضياء ڏانهن ڏسي ٿو. ضياء ڪنڌ ڌوڻي ٿو.

ننڍو جج: هي مقدمو ۽ هاءِ ڪورٽ انصاف سان پورگ آهي. (ڊگهي جج ڏانهن ڏسندي) توهان بلڪل درست آهيو. رضا جي پيءُ جي قتل ڪيس ۾ ڀُٽي کي ذميوار ٺهرائڻ لاءِ ڪابہ سڌي سنئين ثابتي ڪونهي. سيئي شاهديون واقعاتي ۽ ٻڌ سُڌ تي آڌاريل آهن. وزيراعظم جي حيثيت ۾ هي شخص حڪومت جو سربراهہ هو. ڇا مڙني حڪومتي ادارن جا ڏوهہ هن جي کاتي ۾ وجهبا؟ علم قانون جي اصولن مطابق،اهو تہ انصاف سان ڇرچو ڪرڻ ٿيو. اچو تہ سپريم ڪورٽ کي بدناموسيءَ کان بچايون!
چيف جسٽس: منهنجا دوستا! تڏو تي. اسان وٽ هڪڙو مثال موجود آهي. نيو ريمبرگ ٽربيونل. جسٽس جيڪسن جرمن نازي اڳواڻن کي بري نہ ڪيو هو. توڙي جو اصلي ڏوهہ هنن نہ پر سندن ماتحتن ڪيا هئا.
ڊگهو جج: سائين! هي فرياد جو مقدمو ڪونهي. هو (سرڪاري ڌر وارا) هڪ ماڻهوءَ جو قتل ڪرڻ جي سازش سٽڻ جو الزام مٿس مڙهين ٿا. نسل ڪُشيءَ جي اجتماعي ڏوهن جو معاملو ڪونهي.

چيف جسٽس: وڌيڪ بحث جي ضرورت ڪونهي. فيصلو ڪرڻ کپي.
(ٽي جج ڦاهيءَ جي حمايت ۾ ۽ ٽي جج ڦاهيءَ جي مخالفت ۾ ووٽ ڏين ٿا. چيف جسٽس ڦاهيءَ جي حمايت ۾ ووٽ ڏئي ٿو).

چيف جسٽس (ڳالهه جاري رکندي): ائين ئي سهي!

ٻڍو جج: ماءِ لارڊز ۴:۳ ۾ ورهايل فيصلو! جي فوجي ڪيس ڦاهي ڏيڻ گهرن ٿا ته پوءِ هي فيصلو سندن حمايت ۾ نه آهي.

ٻڍو جج چيف جسٽس ڪي گهوري ڏسي ٿو.

سين ــ ١٠٠

اندروني منظر. جي . ايڇ. ڪيو.

ضياء جو فوجي معاون ڪيس هڪ خط ڏي ٿو. ضيا خط کولي پڙهي ٿو. منهن جي تاثر مان ڪجهه به ظاهر نٿو ٿئي. پوءِ ضياء اهو خط نظاميءَ کي ڏئي ٿو. نظامي خط پڙهي ضياء کي ڏسي ٿو ۽ خط زمان ڏانهن وڌائي ٿو.

سين-١٠١
**اندروني منظر. نصرت ڀُٽو جي نظربنديءَ وارو گهر. رات.**

٣ اپريل ١٩٧٨ع.

نصرت ۽ بينظير صوفي تي ويٺل آهن. حسين ڪمري ۾ داخل ٿئي ٿو.
حسين: پوليس آئي آهي.
ماءُ ڌيءُ هڪ ٻئي کي ڏسن ٿيون ۽ هڪ ٻئي جا هٿ پڪڙين ٿيون.
پوليس چيف ڪمري ۾ داخل ٿئي ٿو.
پوليس چيف: مهرباني ڪري تيار ٿيو.
نصرت: اسان ٻئي؟
پوليس چيف: ها!
بينظير: ڇا اِها آخري ملاقات آهي؟ (سندس آواز ٿُٽي وڃي ٿو).
پوليس چيف ڪنڌ ڌوڻي ٿو. ماءُ ڌيءُ هڪ ٻئي کي چنبڙي پون ٿيون.
چيف ٻاهر هليو وڃي ٿو. نصرت وڏي آواز سان روئڻ لڳي ٿي پر جلد ئي
پاڻ تي ضابطو آڻي ٿي، بينظير جو هٿ پڪڙي ٿي.

سين-١٠٢
اندروني منظر. جيل. ڪوليءَ جو ٻاهريون ڏيک. رات.

آفيسر (نصرت ۽ بينظير سان ڳالهائيندي): مونکي افسوس آهي. موت جي سزا ملڻ کانپوءِ ملاقاتين کي ڪولي ۾ اندر ڇڏڻ جي اجازت ناهي.
نصرت ۽ بينظير هَڪيون ٻَڪيون ٿي وڃن ٿيون. آفيسر ٻه ڪرسيون آڻي سندن اڳيان رکي ٿو. هو ويهن ٿيون. ڪوليءَ جي لوهي در مان ڀُٽي سان ڳالهه ٻولهه ڪن ٿيون.
ڀُٽو: توهان ٻئي گڏ ڇو آيون آهيون؟ آخري ملاقات آهي ڇا؟
نصرت: نه!
بينظير: ها! ها!
ڀُٽو (جيل جي نگهبان کي سڏ ڪري ٿو): جيل سپرنٽينڊنٽ کي گهراءِ. هاڻي جو هاڻي.
نگهبان وڃي ٿو.
نصرت: ذلفي، تي سگهي ٿو ته هو اجا به ناٽڪ ڪندا هجن!
ڀُٽو: نه. توکي شروع ۾ ئي چيو هئم ته هو سنجيده آهن.
نصرت (ڳل ڳوڙهن سان پريل اٿس): مون کي يقين نٿو اچي. ذلفي، مان يقين نٿي ڪري سگهان.
نصرت پنهنجي هٿ لوهي شيخن ڏانهن وڌائي ٿي. ڀُٽو سندس هٿ پڪڙي چمي ٿو.
ڀُٽو: ڏيان سان ٻڌ، گهڻو وقت ڪونهي. بينظير، توتي تمام وڏيون ذميواريون آهن. سچ کان ڪڏهن به نه لنوائجانءِ. عوام کي ٻڌاءِ ته جنرلن مون کي ان ڪري قتل ڪيو جو مون عوام لاءِ ڳالهايو. مونکي يقين آهي

تہ ضياء ۽ سندس ٽولو لکين، ڪروڙين ڊالر ملڻ جي باوجود بہ ڪوهن ملڪ کي وڏي عرصي تائين سلامت رکي سگهندا. وڌ ۾ وڌ پنج، ڏهہ، پندرنهن سال. پوءِ؟ پوءِ؟ پوءِ تون هوندين۽ بينظير! جي ملڪ سلامت بچي ويو تہ پوءِ اُهو وقت اسان جو هوندو. ڪم کي اتان کان کڻ جانءِ جتان شروع ڪيو هوسين ۽ ڪم (نظام جي تبديلي) مڪمل ڪري ڇڏجانءِ.

بينظير: ها بابا! ها! ها!

ڀُٽو: تنهن جاپائر جذباتي آهن، سندن جذبات کي قابو ۾ رکجانءِ. ڪابہ هيروازم نہ ڪجي. اسان جو وقت ايندو. پهرين آمر کي هٽائڻ لاءِ جيڪا تحريڪ اُبري هئي، مون ان تحريڪ جي ڪري ئي اقتدار حاصل ڪيو. نيون تحريڪون اُبرنديون ۽ اهوئي وقت عمل جو هوندو (اکين ۾ ڳوڙها پر جي اچنس ٿا). اسان مان ڪوبہ غلطين کان آجو ڪونهي. تون بين کان وڌيڪ اِها ڳالهہ سمجهين ٿي پر هُو منهنجين برائين جي ڪري نہ بلڪ منهنجي چڱائين جي ڪري مونکي قتل ڪري رهيا آهن. عوام لاءِ منهنجو اِهوئي پيغام اٿئي.

جيل سپرينٽينڊنٽ اچي ٿو.

ڀُٽو (ڳالهہ جاري رکندي): ڇا هيءَ آخري ملاقات آهي؟

جيل سپرنٽينڊنٽ (ڪنڌ ڌوڻيندي): مونکي افسوس آهي سائين ڊيٿ وارنٽ منهنجي ميز تي پيو آهي.

ڀُٽو (اطمينان ۾، لاتعلقيءَ سان): ڪهڙي وقت ڦاهي ڏيندؤ؟

جيل سپرينٽينڊنٽ: رات جو سادي ٻئين وڳي. سائين! مونکي افسوس آهي.

جيل سپرينٽينڊنٽ واپس وڃي ٿو.

بينظير (محافظ سان مخاطب ٿيندي): مهرباني ڪري درڪوليندؤ! مان پنهنجي پيءُ کي الوداعي ڳرانڙي پائڻ گهران ٿي.
محافظ نهڪر ۾ مٿو لوڏي ٿو.
ڀُٽو: بهادر ٿي، منهنجي پياري، دل مضبوط ڪر. اڄ رات مان پنهنجي گهر (لاڙڪاڻي) واپس وڃي رهيو آهيان. مان پنهنجي ڌرتيءَ جي داستانن جو حصو ٿي ويندس. تاريخ ٿي ويندس.
ڀُٽو کين ڏسي مشڪي ٿو. پوءِ سگار دکائي ٿو. محافظ بينظير جي ٽپڪي ڏئي کيس ملاقات جو وقت پورو ٿيڻ جو اشارو ڏئي ٿو
نصرت: ذلفي!
ڀُٽو: نہ (رو) نہ منهنجي پياري! هُنن (فوجين) کي خوش ٿيڻ جو موقعو نہ ڏي.
ڪوليءَ جي در جي لوهي شيخن منجهان هو هڪ ٻئي جا هٿ پڪڙن ٿا. پوءِ ٻئي عورتون ڀُٽي کي ڏسنديون واپس وَرن ٿيون. ڀُٽو سگار ڇڪي رهيو آهي.

سين -١٠٣

اندروني منظر. ڦاهي گهاٽ. اڌ رات

هڪ ڪرنل ۽ ٻه ٻيا فوجي ورديون پهريل شخص ڪوليءَ ۾ داخل ٿين ٿا. ڀُٽو بستري تي ويٺو آهي.

ڀُٽو: پنهنجي سُرهائي ڏيکارڻ آيا آهيو يا قتل جو نظارو ڪرڻ آيا آهيو؟

ڪرنل: نه, نه! مسٽر ڀُٽو. مون وٽ ٻه ڪاغذ آهن. جيڪڏهن توهان انهن تي دستخط ڪندؤ ته توهان جي جان بخشي ويندي.

ڀُٽو فوجين کي سرد نگاهن سان ڏسي ٿو.

ڪرنل (ڳالهه جاري رکندي): هڪڙي ڪاغذ تي لکيل آهي ته توهان پاڻ فوج کي اقتدار تي قبضو ڪرڻ جي دعوت ڏني. ٻئي ڪاغذ ۾ آهي ته بنگال جي سانحي جا ذميوار توهان آهيو.

ڀُٽو (مچريل): بي حيا حرامي! ١٩٧١ع ۾ مون اوهان جي حياتي بچائي. ذليل, خوار ۽ تباهه ٿي چڪا هُيئو. توهان کي ختم ڪري ڇڏڻ گهرجي ها.

ڪرنل: توهان جي جان بخشي ويندي.

ڀُٽو: مونکي ڪوڙ جي, ذلالت جي زندگي نه کپي, ٿري وڃ.

ڪرنل: اِهو حڪم آهي. دستخط ڪر!

ٻه سپاهي ڀُٽي کي پڪڙي هٿ ۾ پين ڏيڻ جي ڪوشش ڪن ٿا.

ڀُٽو (رڙ ڪري ٿو): منهنجا خدا منهنجي مدد ڪر! مان بيڏوهي آهيان.

ڀُٽو ڪرنل کي پڪڙي منهن تي ٺونشو وهائي ڪڍيس ٿو. فوجي جوابي حملو ڪن ٿا. ڀُٽو هيٺ ڪري پئي ٿو ۽ سندس مٿو فرش سان ٽڪرائي

ٿو. خاموشي. ڪرنل هيٺ جهُڪي ڀُتي کي سنئون ڪري ٿو. ڀُتو بي ساهو پيو آهي. ڪرنل ڪوليءَ کان ٻاهر ڊوڙي ٿو.

سين-۱۰۴

بيروني منظر. سنسان روڊ. رات جو هڪ.

هڪ فوجي ايمبولينس جيل ڏانهن ڊوڙي رهي آهي. ايمبولينس گيٽ کان جيل ۾ داخل ٿئي ٿي.

سين-١٠٥
اندروني منظر. ڦاهي گهاٽ. رات

ڀُٽو فرش تي پيو آهي. ٻه فوجي ڊاڪٽر ڪيس تپاسي رهيا آهن. ڀُٽي کي آڪسيجن ڏني وڃي ٿي. سندس دل کي زنده ڪرڻ لاءِ سُئي هڻئي وڃي ٿي.
ڪرنل وري ڪوٺيءَ ۾ داخل ٿئي ٿو.
ڊاڪٽر (ڪرنل سان ڳالهائيندي): افسوس آهي! نبض بند اٿس. رت جو دٻاءُ به ڪونهي. مري چڪو آهي (ڊاڪٽر فرش تان اُٿي ٿو) ڏاڍو خراب ٿيو.
ڪرنل خوف وچان پنهنجن ساٿين کي گهوري رهيو آهي.

سين-١٠٦
بيروني منظر. جيل جو احاطو. رات جا ساڍا ٻه.
سادا ڪپڙا پهريل ڪي ماڻهو ڦاهيءَ جي تختي جي پير ۾ بيٺا آهن. جلاد جيءَ منهن تي پوش چڙهيل آهي. ڀُتي ڪي هڪ اسٽريچر وسيلي ڦاهيءَ جي تختي تي آندو ويجي ٿو.
ڪرنل: بيهوش آهي. اسان انتظار نٿا ڪري سگهون.
جلاد (ڪرنل سان ڳالهائيندي): سائينءِ. هي ته مري چڪو آهي.
ڪرنل: توکي ڪهڙي خبر. ڦاهيءَ تي چاڙهينس.
جلاد: سائين مان مسلمان نه پر هڪ عيسائي آهيان. توهان کي خبر آهي مان ايماندار جلاد آهيان. ٽيهن سالن کان هي نوڪري ڪريان پيو. منهنجو پيءُ به هي ڪم ڪندو هو. مان هڪ مئل شخص کي ڦاهي نٿو ڏئي سگهان.
ڪرنل (پستول ڪڍي ٿو): منهنجا ايماندار عيسائي جلاد! جيئن مان چوانءِ ٿو ائين ڪر.
جلاد ڀُتي جي ڳچيءَ ۾ رسو وجهي تختو ڇڪي ٿو.
ڊاڪٽر ڦاهيءَ جي تختي ڏانهن وڃي ڀُتي جي نبض تپاسي ڪنڌ ڌوڻي ٿو.
ڪرنل: هو مري ويو!

پڇاڙي

- هي ڊرامو ١٩٨٦ع ۾ لکيو ويو. پر ”آزاد دنيا جو آخري، مضبوط قلعو“ سڏجندڙ ضياء ٽڏهوڪي برطانوي وزير اعظم مارگريٽ ٿيچر جي ذريعي بي. بي. سي. تي ڏياءُ وجهي هي ڊرامو نشر ٿيڻ نہ ڏنو.
- ٽيهن سالن جي ٿيءُ کان پوءِ هي ڊرامو، ڪتابي صورت ۾، مارچ ٢٠٠٦ع ۾ هندستان ۾ ڇپيو.
- هي سنڌي ترجمو، ”دي ليپرڊ اينڊ دي فاڪس“ جو پهريون پاڪستاني ڇاپو آهي.
- هي ڪتاب پڙهڻ سان نہ صرف پاڪستان جي سياست پر بي.بي.سي. جهڙن وڏن بورجوازي ادارن جي اصل حقيقت جو پتو پڻ پوي ٿو.

indadat.com / Hyd 0300 303 1211

برائوزر پبليڪيشن
حيدرآباد

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو کـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. پين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پاران ڪتابن کـي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليگڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَر جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۾ چَمَر جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۾ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڪَندا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها، توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)